# (8)
# قديم سنسڪرت ڪتاب

سنسڪرت، اصل آرين ماڻهن جي ٻولي هئي ۽ يوناني، رومي ۽ ٻيون يورپي يا مغربي ٻوليون، توڙي ايراني يا پهلوي يا فارسي ٻوليون به، انهيءَ آرين ٻوليءَ جون شاخون آهن، تنهنڪري منجهن، گهڻي مشابهت آهي، هندوستان ۾ سنسڪرت، تمام سڌريل ۽ ڪتابي ٻولي هوندي هئي، جيڪا عام رواجي زباني ٻولي هوندي هئي، تنهن کي پراڪرت چوندا هئا. اهڙيون پراڪت ٻوليون، گهڻيون هيون، جن مان اردو يا هندي به هڪڙي آهي. عربن جي فتح کان پوءِ، انهن ٻاشائن ۾، عربي لفظ ۽ پوءِ فارسي لفظ، شامل ٿيڻ لڳا. اگرچه سنسڪرت هندوستان جي پاڪ ٻولي سمجهيل هئي ۽ انهيءَ کي ورهين تائين پاڪ رکندا آيا ۽ انهيءَ ۾ ويد لکيل هئا، ۽ منوسمرتي، جا ويدن کان گهڻا سو ورهيه پوءِ لکي وئي، تنهنجي وچ ۾ گهڻو فرق آهي. وري حضرت عيسى کان قريب اڌ صدي پوءِ، ٻڌ ڌرم جو باني، گوتم پيدا ٿيو، سو پنهنجي ديسي ٻولي، يعني مگڌه واري پراڪرت ۾، وعظ ڪرڻ لڳو، جنهنڪري ٻڌڌرم ۽ اها ٻولي، عام ٿي

وئي ۽ زور وٺي وئي ۽ انهيءَ ماگڌهي ٻوليءَ ۾، گهڻائي ڪتاب لکيا ويا ۽ سنسڪرت،جهڪي ٿي وئي. قريب ڏيڍ صديءَ کان پوءِ، جڏهن ٻُڌ ڌرم جو زور گهٽجڻ لڳو، تڏهم سنسڪرت وري جاڳي ۽ زور وٺڻ لڳي ۽ شنڪر آچاريه جي طفيل، برهمڻ، وري زور وٺڻ ۽ ڪتاب لکڻ لڳا ۽ ڪاليداس جهڙا ڪوي يا شاعر، پيدا ٿيڻ لڳا. يارهن صدين تائين، سنسڪرت جو اهو اوج هليو، پوءِ مسلمان شاعرن، هندوستان ۾ قدم رکيو ۽ عربي ٻولي، داخل ٿيڻ لڳي. عرب، پهرين سنڌ ۾ آيا ۽ اُتي، عربي زبان، ديسي ٻوليءَ سان گڏجڻ لڳي ۽ سنديس تعليم، ڌار ڌيڙ ۾ آئي ۽ وڏا عالم ۽ فاضل، سنڌ ۾ پيدا ٿيا. جڏهن وري هندوستان ۾، سلطان محمود غزنوي ۽ شهاب الدين غوريءَ جهڙا فارسي ڳالهائيندڙ بادشاهه آيا، تڏهن عربيءَ وانگي، فارسي به ديسي ٻولين سان شامل ٿيڻ لڳي ۽ جتي، پهرين سنسڪرت هئي ۽ پوءِ عربي ٿي، اتي هاڻي فارسي، مکيه سرڪاري زبان ۾ شمار آئي. آخر، اُها به ڍري ٿيندي وئي ۽ انهن سڀني جي گڏجڻ سان اڪبربادشاهه جهڙن مغل بادشاهن جي وقت ۾، هندي ۽ اردو، هند جي ٻولي ٺهري.

سنسڪرت ٻوليءَ ۾، علم ادب، اخلاق، ناٽڪ، قصن، جنگين جو احوال ۽ صرف نحو، فلسفه ۽ حڪمت

بابت ۽ شعر ۾ گھڻا عمدا عمدا ڪتاب لکيل هئا، مگر علم تاريخ ۽ جغرافيه گھڻو گھٽ هو، بلڪ ڪونه هو. ڏرمي ڪتاب ته ضرور هئا. قديم مشهور مصنف ۽ شاعر هي هئا: ڪاليداس، پارو، ماگه، سري هرش، ڀواڀوتي، بساکه دت، جي ديو، بشن شرما، بان ڀٽ، سوٻندو وغيره ۽ انهن مصنفن جا جوڙيل مشهور ڪتاب هيٺ ڏجن ٿا: رگھوبنس، رگھوءَ جي ڀيءُ، راجا دليپ کان وٺي، راجا رامچندر جي خاندان جو احوال، ڪمارسنڀو، بهادرن جو احوال، ڪرات ارجنا، ارجن ۽ شِوَ جي جنگ، شعر ۾، نيشڌچرت، نيشڌ جي راجا نل جي جنگين جو احوال، شعر ۾. سس پال بڌ، سس پال جي موت جو احوال. درهت ڪٿا، مزي جهڙو شعر، شڪنتلا، مشهور ناٽڪ. وڪرم اروسي، راجا وڪرم ۽ اروسي پريءَ جي عشق جو ناٽڪ. مرڇ چڪٽي ، هڪڙي فياض برهمڻ جو ذڪر، ناٽڪ ۾، جو گڦير ٿي پيو. مالتي ماڌو، اتررام چرت، مهابير چرت ، ٽئي ناٽڪ، ڀواڀوتيءَ جا، جو ڪاليداس جو ثاني هو. مدراراڪشش، هڪڙو تاريخي ناٽڪ، چندرگپت جي خاندان بابت، رتناولي، نصيحت ۽ اخلاق جو ناٽڪ. ميگه دوت ۽ رت سنگھار، ٻئي ڪاليداس جا مشهور شعر. گيت گوبند، هڪڙو عشقي قصو، شعر

۾. پنچ تتر، هت اپديش، قصن ۽ آکاڻين جا مشهور ڪتاب. بيتال پچيسي، ڪٿا سرت ساگر، شڪاسپ تتي، ڪادمبري، باس دوت، ڪمارچرت وغيره. اهي آهن قديم سنسڪرت جا مشهور نثر ۽ نظم جا ڪتاب. ڌرمي ڪتاب ته ويد ۽ ويدانت ۽ اپنشد ۽ مهاڀارت ۽ گيتا آهن.

انهن مان گهڻن جا، مسلمانن ترجما ڪيا، ۽ پوءِ، ٻين يورپ جي ٻولين ۾ به ترجما ٿيا. انهن مان ڪي ٿورا، ته اهڙا به هئا، جي پهرين، ايرانين، قديم فارسيءَ ۾ ترجمو ڪيا هئا ۽ پوءِ، ٻين ٻولين ۾ ويا. جيئن هت اپديش، جنهن جو نالو، مٿينءَ يادداشت جي پڇاڙيءَ ۾ آهي. انهيءَ جو ترجمو، ايران جي بادشاهه نوشيروان جي حڪم سان، شيرويه، پهلويءَ ۾ ڪيو، جنهن کي ڪليله ودمنه سڏيو ويو، جو مٿي، فارسي ڪتابن ۾ به ڏنو ويو آهي. پوءِ انهيءَ جو، عربيءَ ۾، ۽ پوءِ رواجي فارسيءَ ۾ ترجمو ٿيو، جنهن کي انوار سهيلي چئجي ٿو ۽ هت اپديش کي، حڪيم بيدپا سڏين ٿا. اهو ڪتاب، فرينچ، جرمني، اسپيني، گاٿڪ، ڪالدي، انگريزي، اردو، سنڌي ۽ ٻين ڪيترين ديسي ۽ ٻاهرين ٻولين ۾ ترجمو ٿيل آهي.

سنسڪرت ڪتابن جا ترجما، پهرين پهرين، عباسي خليفن مان، منصور جي زماني ۾ شروع ٿيا. هڪڙو

هندوستان جو پنڊت، منصور جي دربار ۾ آيو ۽ ڪتاب سڌانتا، خليفي کي نذرانو ڪري ڏنائين ۽ اُهو، خليفي جي حڪم سان، هڪڙي عالم ”محمد بن ابراهيم فرازي“ عربيءَ ۾ ترجمو ڪيو. انهيءَ مان، مسلمانن کي شوق پيدا ٿيو. خليفي هارون الرشيد جي ڏينهن ۾، يحى برمڪيءَ، هڪڙي شخص کي هندوستان ڏي موڪليو، ته اُتي جون ٻوٽيون ۽ دوائون به گڏ ڪري اچي ۽ اتي جي مذهب جي اصولن ۽ عقيدن جو بيان به لکي اچي. انهيءَ احوال جو ڪتاب، يعقوب ڪنديءَ لکيو، جنهن جي تصنيف جو سال سن 249ھ آهي ۽ جنهن جو ذڪر، ابن النديم ڪيو آهي. برمڪين جي خاندان وارن، هندوستان مان گھڻئي پنڊت ۽ ويدڪ جا عالم گهرايا، جن مان منڪه، فلسرجل، سندباد ۽ ڪي ٻيا هئا. ٻين علمن جي عالمن يا پنڊتن سان گڏ، ڪي مشهور هندي طبيب به بغداد ۾ آيا. انهن جي قدرداني ڏسي، هند جا ٻيا به عالم ۽ هنر وارا ماڻهو، پاڻهئي بغداد ۾ آيا. هڪڙي ڀيري، هارون الرشيد، سخت بيمار ٿيو ۽ سندس طبيب عاجز ٿيا. ابوعمرو عجميءَ کي، هڪڙي مشهور پنڊت ۽ طبيب جي ساراهه ٻڌڻ ۾ آئي هئي، تنهن جي عرض ڪرڻ تي، خليفي هارون الرشيد، انهيءَ کي گهرايو ۽ انهيءَ جو نالو منڪه هو. انهيءَ اچي، خليفي کي چڱو ڀلو

ڪيو ۽ پوءِ بغداد ۾ رهي پيو ۽ عربي ۽ فارسي سکيائين ۽ ساليءَ جي مدد سان، اتي جي عالمن، ڪي ڪتاب ترجمو ڪيا. هارون الرشيد جي دربار ۾، ٻيو به هڪڙو ناليرو پنڊت هو، جنهن جو نالو سالي هو، جنهن کي عرب، صالح ڪري سڏيندا ۽ لکندا هئا. ٿيو به هڪڙو پنڊت طبيب، درباري هو جو ڌن جو پٽ هو ۽ جنهن کي عربن، پنهنجي دستور موجب، ابن دهن جو نالو يا ڪنيت ڏنو ۽ اهو، بغداد جي شفاخاني جو ناظر ڪيو ويو هو. مطلب ته ٿوريئي عرصي ۾، عرب ۽ ٻيا مسلمان، سنسڪرت ۽ هنڌ جون پاشائون سکي ويا. ايتري قدر، جو هارون، ڪي عالم، مذهبي مناظري جي لاءِ، هندوستان ڏي به موڪليا. مسعودي مشهور مؤرخ، پاڻ سنه 303ھ ۾، ڪنپات ۾ آيو ۽ اتي جي راجا وٽ، مذهبي مناظري جو ذڪر لکيو اٿس. ابو ريحان بيروني سنسڪرت ۾ اهڙو ته هوشيار هو جو ڪيترا عربي ڪتاب، هندن جي لاءِ، سنسڪرت ۾ لکيائين، جنهن جو جرمنيءَ جي مشهور پروفيسر زخاؤ، ترجمو ڪيو آهي. انهيءَ وقت جي هندن، مسلمانن ۽ ٻين کان، گهڻا ڪتاب، خاص مذهبي، لڪايا ٿي، يا ترجمي لاءِ نٿي ڏنا. هن مصنف، ڪي اهڙا ڪتاب هٿ ڪري، بر زبان ياد ڪري ڇڏيا، جيئن قرآن جا حافظ ڪندا آهن. پوءِ

آهستي، فراغت جي وقت ۾ انهن جا ترجما ڪيائين. هيٺيان سڀ پران، هن کي ياد هئي جيئن هن پاڻ پنهنجي ڪتاب ۾ لکيو آهي: ادپران، مڇ پران، ڪورم پران، براهه پران، نرسنگ پران، بايو پران، بامن پران، نند پران، اسڪند پران، ادت پران، سوم پران، سانب پران، برهماند پران، مارڪنديو پران، تارڪشن پران، بشن پران، برهم پران، هيش پران. انهيءَ مان علامه بيرونيءَ جي ذهن ۽ ذڪاءَ جي خبر پئجي سگهندي. هن پنهنجي ڪتاب جا اسي ته فقط عنوان لکيا آهن! ۽ هر هڪ عنوان ۾ مشهور سنسڪرت ڪتابن جي حوالي ڏيڻ سان، مفصل بحث ڪيو آهي. انهن جي مضمون جو مختصر مثال هيءَ آهي- خدا بابت هندن جو اعتقاد، موجود ان (عقليه حسيه) بابت، انهن جو اعتقاد تناسخ بابت، ويد ۽ پران ۽ ٻين مذهبي ڪتابن بابت، نحو ۽ عروض جي علمن بابت هيئت ۽ نجوم جي علمن بابت، حرام ۽ حلال بابت، وراثت جي قانون بابت وغيره. انهيءَ ساڳئي علامي انهيءَ کان سواءِ ٻيا هي ڪتاب به سنسڪرت تان لکيا: ساميڪا، پاتنجلي، بلس سڌانتا، برهم سڌانتا، برهم تساميتا، لاجو سڌانتا. هڪڙو ٻيو وڏو ڪتاب پنجن سون صفحن جيترو خاص سڌانتا تي لکيو اٿس. جنهن جو نالو جوامع الموجود لخواطر الهنود آهي.

ڪند ڪندڪا وارو سنسڪرت ڪتاب به عربيءَ ۾ ترجمو ٿيو، جنهن کي ارڪند نالو ڏنو ويو. سج ۽ چنڊ گرهڻ تي هڪڙو ڪتاب لکيائين. حساب تي هڪڙو ڪتاب لکيائين، جنهن ۾ صفرن يا ٻڙين جي شمار جا قاعدا ڏنائين. راسيڪا جو ڪتاب ٽرقميءَ يا اربغه متناسبه بابت لکيائين. برهم سڌانتا ۾ جو حساب جو رستو ٻڌايل آهي تنهن جو ترجمو ڪيائين. هندي تاريخن ۽ سنن ڪڍڻ جو رستو لکيائين. چنڊ جي برجن جو تفصيل، عمر جي ڊگهائيءَ جو هندي رستو ، لاگهوجيتا ڪم جو ڪتاب، باميان جي ٻن ٻتن جي ڳالھ، دلپتي ۽ پرپاڪر جو قصو، نيلوفر، ڪپه پاره، واسوديو جي وري پيدا ٿيڻ جي ڳالھ، مساوات، انهن سڀني ڪتابن جا انهيءَ وقت عربيءَ ۾ ترجما ٿيا.

اهي ڪتاب، عربيءَ ۾ ڪم ايندا رهيا ۽ خود هندوستان ۾ به، ڪم اچڻ لڳا، جڏهن وري مغلن جي بادشاهي آئي ۽ اڪبر بادشاھ جو راڄ آيو، تڏهن ٻيا به کي ڪتاب ترجمو ٿيڻ لڳا ۽ اڳوڻن عربي ترجمن جا به فارسي نثر ۽ نظم ۾ ترجما ٿيڻ لڳا، اڪبر جو، هندن ڏي ته اڳئي ميل گهڻو هو، بلڪ انهن مان شادي به ڪيائين. ابوالفضل جي ”آئين اڪبري“ ۾، هند جي عالمن ۽ حڪيمن ۽ دانائن جي چڱي خاصي برداشت ڏنل آهي، جي انهيءَ وقت موجود هئا، ڪي نالا هتي

ڏجن ٿا- مهاديو ڀيم ناٿ، بابا بلاس، نرائين، سيوجي، ماڌو، رام ڀدر، سري ڀٽ، جد روپ، بشن ناٿ، رام ڪشن، بلڀدر مصر، باسديو مصر، دامود ڀٽ، باهن ڀٽ، رام تيرٿ، بڌنواس، نرسنگ، گوري ناٿ، گوپي ناٿ، ڪشن پنڊت، نهالچند ڪاشي ناٿ، ڀٽا چارج وغيره.

اڪبر بادشاھ، مهاڀارت جي فارسي ترجمي ڪرڻ لاءِ، هيٺين ماڻهن جي هڪڙي ڪميٽي مقرر ڪئي- ديوي برهمڻ، عبدالقادر بدايوني، شيخ سلطان ٿانيسري ۽ نقيب خان، جڏهن اهو تيار ٿيو، تڏهن اڪبر، انهيءَ جو نالو رزم نامه رکيو، ۽ سڀني جنگين جون تصويرون به، انهيءَ ۾ شامل ڪيائين. انهيءَ ساڳي ڪميٽيءَ، وري راماين جو ترجمو ڪيو، جنهن ۾ پڻ، تصويرون ڏنيون ويون. اٿرون ويد، جو چوٿون ويد آهي، تنهن جو ترجمو، حاجي ابراهيم سرهنديءَ ڪيو. ليلاوتي، جو حساب جو ڪتاب آهي، سو شيخ فيضي ترجمو ڪيو، تاجڪ، جو علم نجوم جو ڪتاب آهي، سو مڪمل خان، گجراتيءَ ترجمو ڪيو. هربنس، جو ڪنهيا جيءَ جي احوال بابت آهي، سو مولانا شيرازيءَ ترجموم ڪيو. نل ۽ دمنتي، جو مشهور عشقيه قصو آهي، سو فيضيءَ، شعر ۾ ترجمو ڪيو.

جيڪي ڪتاب، عربيءَ مان، اڪبر بادشاھ، سنسڪرت ۾ ترجما ڪرايا، سي ھي آھن - زيچ مرزائي جو ترجمو، ھڪڙي ڪميٽيءَ ڪيو، جنھن ۾ ھيٺيان عالم شريڪ ھئا- ابوالفضل علامي، فتح الله شيرازي، ڪشن جوتشي، گنگاڌر، مھيش ۽ مھانند. انھن ٻيا به ڪي ڪتاب ترجمو ڪيا. ڪنڪته نالي ھڪڙو مشھور ھندي طبيب ٿي گذريو آھي. انھيءَ جا گھڻائي ڪتاب لکيل آھن، جن جو عربيءَ ۾ ترجمو ڪيو ويو. انھن مان ڪي نالا ھي آھن: النموذار في الاعماءَ، اسرار المواليد، القرانات الڪبير، القرانات الصغير، ڪناش التوھم، اجداث العالم والدورفي القرآن. انھيءَ ڪنڪته ۽ سندس ڪتابن جو ذڪر، علامه ابن صبيعه، پنھنجي ڪتاب طبقات الاطباءَ ۾ آندو آھي، ھيٺين حڪيمن جا سنسڪرت ڪتاب به عربيءَ ۾ ترجمو ٿيا- باڪر، راجاسکه، داھر، رنگل، جيھر، اندي، جاريءَ. چرڪا نالي ٻيو ھڪڙو قديم پنجن ھزارن ورھن کان اڳي جو حڪيم ۽ طبيب ٿي گذريو آھي، بلڪ رشي شمار ٿيل آھي، تنھن جو ڪتاب، پھرين پارسيءَ ۾ ترجمو ٿيو ۽ پوءِ پارسيءَ تان عربيءَ ۾ ترجمو ٿيو. انھيءَ جو مترجم، عبدالله بن علي آھي. اھڙو ٻيو جھونو مشھور ڪتاب ششرت

آهي، جو يحی بن خالد جي حڪم سان، ترجمو ڪيو ويو هو.
مٿين ڪتابن کان سواءِ، هيٺيان ڪتاب به ترجمو ٿيا- يدان، جنهن ۾ 404 بيمارين جو بيان آهي. شندهشان، ابن ڌن جو ترجمو ڪيل جنهن پيو ڪتاب استانڪر جو به ترجمو ڪيو. توقشتل جو ڪتاب، جنهن ۾ سؤ مرضن جو بيان ۽ علاج آهي. روسا جو ڪتاب، زنانين بيمارين بابت تفسير اسماءَ العقاقير، جنهن ۾ دوائن جا نالا آهن ۽ جو منڪه حڪيم، اسحاق بن سليمان لاءِ ترجمو ڪيو. راۑء جو ڪتاب، نانگن جي قسمن بابت. سڪر يا نشي بابت. فيما اختلف فيه الهند والروم، جنهن ۾ يوناني ۽ هندي طبن جو فرق ڏيکاريل آهي. ڪتاب التؤهم والامراض، خيالي بيمارين بابت توقشتل جي تصنيف. ڪتاب السموم، زهرن بابت شاناق جي تصنيف، پهرين ابوحاتم بلخي فارسيءَ ۾ ترجمو ڪيو، ۽ پوءِ، مامون جي حڪم سان، عباس بن سعيد، عربيءَ ۾ ترجمو ڪيو. البطيرت، جانورن جي علاج بابت، المواليد جودر جي تصنيف، النجوم، شاناق جي تصنيف، توفا، منطق جو ڪتاب. ماتفاوت فيه فلاسفه الهند والروم، جنهن ۾ هند ۽ روم جي فيلسوفن جي خيالن ۾ فرق ڏيکاريل آهن.

حامله، زالن جا علاج، سندباد جو قصو، جو الف ليله ۾ اچي ٿو، سو اصل سنسڪرت مان ورتل آهي.
مثين، يوناني ڪتابن ۾ مصنفن جو ذڪر ڪندي، حڪيم چنڪر ڪاجه جو نالو آيو آهي، جو فارسين جي پيغمبر زردشت جو همعصر هو ۽ انهيءَ کي ڏسڻ لاءِ بلخ ۾ آيو ۽ هن جي ڪتاب زند پڙهڻ کان پوءِ، انهيءَ جو مريد ٿيو. بياس، پيو حڪيم هو، جو چنڪر ڪاجه کان پوءِ، زردشت وٽ آيو ۽ اهو به سندس مريد ٿيو. ڪنڪه به، هندوستان جي قديم حڪيمن مان آهي ۽ نجوم ۾ قابل هو. انهيءَ جا ڪتاب به، عربيءَ ۾ ترجمو ٿيا ۽ انهن جي حڪيم ابوالمعشر، پنهنجي ڪتاب ۾ گهڻي تعريف لکي آهي. دابشليم نالي حڪيم به، هندوستان ۾ مشهور ٿي گذريو آهي. هو، ڪليان چنڊ جي عهد ۾، هند جي ڪن هنڌن جو حاڪم هو. هت اُپديش يا بيدپا، جنهن جو اشارو مٿي آيو آهي، سو هن جي دربار جو هڪڙو دانا امير هو ۽ انهيءَ، سندس لاءِ، اهو ڪتاب، حڪمت عمليءَ بابت لکيو، جو نوشيروان گهرائي ورتو ۽ پوءِ، ابوالحسن عبدالله بن مقنع، انهيءَ جو فارسي ترجمو ڪيو ۽ ابوجعفر، وري. منصور عباسيءَ جي حڪم سان، عربيءَ ۾ ترجمو ڪيو. نصر بن احمد ساماني بادشاهه وري پيو پيرو، انهيءَ جو فارسي ترجمو ڪرايو ۽ رودڪي

شاعر، انهيءَ کي نظم ۾ آندو. وري محمود غزنوي جي پوٽن مان، بهرام شاهه اهو، ابن مقنع واري نسخي تان نئين سر، ابوالمعالي محمد بن عبدالحميد جي هٿان، عربيءَ ۾ ترجمو ڪرايو، جنهن جو نالو ڪليله ودمنه رکيو ويو هو ۽ انهيءَ تان وري سليس پارسيءَ ۾ ملا حسين ڪاشفيءَ لکيو، جنهن جو نالو انوار سهيلي رکيو ويو. انهيءَ ڪتاب جو اشارو مٿي به آيو آهي. ٻيو به هڪڙو هندي حڪيم بادروغو غباني ٿي گذريو آهي، جنهن پاڻيءَ جي ڪڍڻ جا رستا، هڪڙي ڪتاب ۾ لکيا آهن. انهيءَ جو به عربيءَ ۾ ترجمو ٿيل آهي.

خاتمه

مٿي ڏيکاريو ويو آهي ته اسلام جي شروع ٿيڻ کان وٺي، علم ۽ هنر جي روشنائي، دنيا ۾ پکڙڻ لڳي. جڏهن اسلام ۾ انهن جو زور ۽ بيداري هئي، تڏهن يورپ يا مغربي ملڪن ۾ ننڊ هئي. علم ۽ هنر جي ڳولا ۾، مسلمان، پري پري وڃي نڪتا ۽ سڀني علمن ۽ هنرن جا ڪتاب هٿ ڪري، ترجمو ڪرڻ لڳا ۽ پوءِ، انهن جي تعليم لاءِ، پنهنجا مدرسا ۽ ڪارخانا جاري ڪرڻ لڳا، جتي مغربي ملڪن جا ماڻهو اچي، اُهي علم ۽ هنر سکڻ لڳا. انهيءَ طرح، مسلمان، نه فقط پنهنجو کنيل قرض ادا ڪرڻ لڳا، پر ساري جهان

ڪي، فيض پهچائڻ لڳا. يورپ وارن جي نسبت ۾، هيتري تعريف ڪرڻ ضرور آهي ته اگرچه، پهرين هو، جهل جي ننڊ ۾ هئا، ته به جڏهن مسلمانن، هنن کي جاڳايو ۽ هو جاڳيا ۽ اُٿي پيرن پر ٿيا، تڏهن اهڙي چالاڪي ۽ قابليت ڏيکاريائون، جو ٿوريئي عرصي ۾، نهايت گهڻي ترقي ڪري ويا. سڀني علمن ۽ هنرن ۾، ڪماليت حاصل ڪيائون. جرمني، فرانس ۽ انگلنڊ جي ماڻهن، خاص طرح، انهن ڪمن ۾، ڏاڍي جرئت ڏيکاري. نه فقط قديم يوناني ڪتاب، هر مضمون تي، ترجمو ڪيائون، پر سنسڪرت، عربي ۽ فارسي ڪتاب، قديم توڙي پونيان به، ترجمي ڪرڻ کان سواءِ نه ڇڏيائون. بلڪ خود اصل ڪتاب به، ڪوشش سان، هٿ ڪري ڇپايائون ۽ انهن جي تعليم لاءِ، پنهنجي يونيورسٽين ۾، پروفيسر يا مدرس مقرر ڪيائون، جا مشغولي، اڃا تائين، زورشور سان هلي اچي. اهڙو تفصيل ڏيڻ اجايو آهي، ته انهن قديم ٻولين جا، ڪهڙا ڪتاب، ڪهڙن صاحبن ترجمو ڪيا، ڇالاءِ جو ٻئي بيشمار آهن. اهڙي ڪنهن به مشهور ۽ ڪمائتي ڪتاب جو نالو وٺي نه سگهبو، جو هڪڙي کان وڌيڪ يورپي ٻولين ۾ ترجمو ٿيل نه هجي. مثلا عربي ۽ فارسيءَ ۾ ديني ڪتابن، قرآن، حديثن ۽ فقه کان وٺي، هر قسم جي علم، حڪمت ۽ فلسفه جا

ڪتاب، صرف نحو، لغتون، شعر، قصا، تاريخ، جغرافيه، نجوم، هيئت، قدرتي علم، حساب وغيره جي جنهن به مشهور ڪتاب جو نالو وٺبو، ته اهو، هڪڙي نه ٻئي صاحب جو ترجمو ٿيل هوندو، نه فقط هڪڙي جو، پر گهڻن، اهو ساڳيو ئي ڪتاب، ترجمو ڪيو هوندو. قديم زبانون ڇڏي، ديسي ٻوليون وٺبيون، ته به انهن جا گهڻا ڪمائتا ۽ مشهور ڪتاب، جدا جدا مضمونن تي، انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪيل لڀندا. قديم مصنفن ۽ حڪيمن سان، هو، ايتري قدر ته واقف ٿي ويا آهن، جو انهن جا نالا ئي ڦيرائي ڇڏيا اٿن ۽ اُهي ٻڌي، ماڻهو ڀانئيندا، ته اُهي خود، يورپي مصنف آهن. مثلا اويسنا، اسان جو مشهور حڪيم بو علي سينا آهي ۽ اويروز، اسان جو ابن رشد آهي ۽ اومپيس، اسان جو ابن باجا آهي. ڪندي، فارابي، غزالي ۽ هزارين ٻيا ته اصلوڪن نالن سان ئي وٽن مشهور آهن، جن تي خود هنن شرحون لکيون آهن. انهيءَ طرح، مغربي ماڻهن به، پنهنجو ڪنيل قرض، چڱو ادا ڪيو آهي، بلڪ اسان کي، اهڙو چالاڪيءَ جو رستو ڏيکاريو اٿن، جو جيڪڏهن، اسين انهيءَ تي هلنداسين، ته اسان جا اصلوڪا علم ۽ هنر، جي وسري يا گهٽجي، ڪمزور ٿي ويا آهن، سي نئين سر ترقي ڪندا.

# [9]
# صوفين جي ديوانگي يا مجذوبي حالت
[*](#)

ديوانگي يا چريائي، دل ۽ دماغ سان واسطو ٿي رکي، ۽ انهن جي خلل مان پيدا ٿي ٿئي، پر عام ماڻهن ۽ خاص ماڻهن جي چريائيءَ ۾، البت فرق آهي. جن ماڻهن ۾، دل ۽ دماغ، زياده طاقت وارا آهن، تن جي چريائي به، خاص طرح جي ۽ زور واري ٿي ٿئي، ۽ انهيءَ جا جدا جدا درجا ۽ رنگ ٿا ٿين، جي انهن جي خيالن ۽ عادتن تي تعلق ٿا رهن. طبيعي يا قدرتي قانون آهي، ته جي ڪنهن ماڻهوءَ جو، ڪو خاص حواس، ڪن سببن ڪري، رد يا گم يا ڪمزور ٿئي ٿو، ته انهيءَ جو ٻيو ڪو حواس يا ٻيا سڀ حواس، زياده تيز ٿين ٿا. انڌن، گونگن ۽ ٻوڙن جي حالت ۾، اهڙا آزمودا ورتا ويا آهن. ساڳي طرح، جي ڪنهن جي دل ۽ دماغ ۾ خلل ٿو پوي، يا عقل ۽ هوش ۾ رولو ٿو پوي، ته انهن جا باطني يا روحاني حواس، زياده تيز ۽ زور وارا ٿين ٿا. اهو قانون، نه رڳو طبيعي ديوانگيءَ سان لاڳو آهي، پر مصنوعي يا

هٺرادو چريائيءَ سان به آهي - يعني ڪن خاص دماغي بيماري ۽ مرضن وارن، يا هپناٽزم يا مسمريزم يا پنگ، آفيم، چرس، شراب يا ڪنهن به نشي جي عادت وارن سان به. اها ڳالهه، ليپونيٽڪ يا پين اسپتالن جي رپورٽن مان ثابت ٿي ٿئي. جڏهن اها بيماري يا نشي جي حالت يا اهڙو پيو هٺرادو وڌل اثر لهي وجي، ٿو تڏهن اُها چالاڪي، تيزي ۽ قابليت به گم ٿي وڃي ٿي. پليٽو يا افلاطون، جنون جي ذڪر ڪندي، ڏيکاريو آهي، ته انهيءَ جا ٻه قسم آهن: هڪڙي عام رواجي ديوانگي، ۽ ٻي خاص روحاني فوقيت يا ترقي، جا نبين، ولين، شاعرن ۽ موحدن کي ٿيندي آهي، جا خدائي ذات آهي، جنهن کي انگريزيءَ ۾ ”جينيس“ ٿا چون.

ڊاڪٽر هرزن، هڪڙي ديواني بابت لکيو آهي، ته هو اهڙو ذهين هو، جو اٺ - ڏهه وڏا ڪتاب، بر زبان هئس، ۽ ڪنَ، اهڙا تيز هئس، جو پري، ڪي ماڻهو سُس ڦُس ڪندا هئا، ته چٽو پيو ٻڌندو هو. انگريزي ڪيترا عالم ۽ شاعر - جيئن ته جانسن، ڪوپر، شيلي ۽ ٻيا توڙي سقراط يا ساڪريٽيز، سويڊنسبرگ، نيپولين، بونا پارٽ، ۽ ٻيا ڪتيرا جي مشهور جينيس وارا ٿي گذرا آهن، سي ديوانا شمار ڪيا ويا آهن. اسان، ننڍي هوندي، اسڪول ۾ پڙهيو آهي، ته دهليءَ

جي بادشاهن مان محمد تغلق، چريو هو ۽ فلاٽا فلاٽا، چريائيءَ جهڙا ڪم ڪيائين، پر حقيقت ڪري، هو، هڪڙو وڏو عالم، فاضل، سخي ۽ فيض وارو شخص هو. هڪڙي ترڪي غلام جو پٽ، ماڻس جنٽي، تنهن کي ماڻهن، اصلوڪي شاهي خاندان جو ماڻهو چڏي، کٽي بادشاهه ڪيو! ”جوٽو خان“ نالي مثائي، محمد تغلق رکيائونس. منطق، فلسفي، هندسه، طب ۽ پين ڪيترن علمن ۾ قابل هو. خدا پرست، شريعت جوپابند، شراب کان پرهيز ڪندڙ، جنگين ۾ بهادر، ۽ سخي اهڙو، جو خزانو خالي ڪري چڏيائين. نوٽ يا ڪاغذ جا سڪا ڪڍيائين، ٿامي جا سڪا به ڪڍيائين. مطلب ته اُنهي وقت جي عجائبن مان هو. مشهور سياح ابن بطوطه، سندس زماني ۾ هو، تنهن جو بيان ڪو پڙهي ڏسي! اهو شخص هو، جو چريو بادشاهه شمار ۾ آيو. سنڌ کي، اهو فخر حاصل آهي، ته اهو بادشاهه، نيٺ ٺٽي ۾ اچي مئو، جيئن اڪبر جهڙو بادشاهه، سنڌ جي عمرڪوٽ شهر ۾ ڄائو. هاڻ، نشي جي چريائي هڪڙو مثال ڏيندس، سو به سنڌ مان. ثابت علي شاهه، مشهور شاعر ٿي گذريو آهي. پنگ جي عادت هيس. نهايت گهٽو شعر، جو چيو اٿس، سو سڀ پنگ جي نشي ۾. هو پنگ کي، پنهنجي ”عينڪ“ سڏيندو هو. جڏهن ڪلهوڙا يا مير، ڪنهن خاص

شعر، في البديه، چوڻ لاءِ حڪم ڏيندا هئس، تڏهن پنهنجي نوڪر کي، ڪچهريءَ مان ٻوڙائيندو هو، ته وجي منهنجي ”عينڪ“ کڻي آ. يعني گهاٽيءَ پنگ جي جمني! انهيءَ طرح ثابت آهي ته وجد، بيماريءَ ۽ نشي وغيره واري بيهوشيءَ جي حالت ۾ ئي، اها قابليت، انهيءَ وقت لاءِ موجود ٿي رهي، ۽ نه پوءِ انگريزي چوڻي آهي ته:

"As health comes in at the door، genius flies out of the window"

"A man of genius is necessarily a fine animal."

۽ هي به اوهان ٻڌو هوندو ته نه فقط اهڙي مستيءَ جي حالت ۾، دنيائي ۽ علمي ۽ عقلي قابليت، ديوانن ڏيکاري آهي، پر غيب جي به خبر ڏني اٿن، ته دل جي ڳالهه ٻڌائي اٿن، ماضيءَ ۽ مستقبل جا واقعا به ٻڌايا اٿن، ته آڻپچيلن سوالن جا جواب به ڏنا اٿن. مطلب ته ظاهري حواس جي گم هئڻ ڪري، باطني حواس تيز ٿين ٿا. اها ڪا عجب جي ڳالهه ناهي! هاڻوڪي سائنٽيفڪ ريسرچ سوسائٽيءَ وارا ۽ ٿياسفيءَ وارا به، انهيءَ جي شاهدي ڏين ٿا.

هاڻي، جڏهن رواني دنيائي ديوانگي جو اهو حال آهي، تڏهن جيڪي صوفي، اولياءَ، ديوانا وغيره ٿي گذريا

آهن ۽ جن جون ڪشف ڪرامتون مشهور آهن، سي فقط دنيائي ڪمن جي نسبت ۾، ديوانا ۽ نادان آهن، پر روحاني ڪمن ۽ خدائي ڳالهين ۾، هو، خاص طرح قابل ۽ هوشيار آهن. جن کي خلق، ديوانو ٿي سمجهي، سي حقيقت ڪري، دانا ۽ ڪامل انسان آهن، ۽ انهن جي نظر ۾، وري ٻي دنيائي خلق، ديواني ۽ نادان آهي. اُهي ديوانا، پاڻ عقل کي هڪڙو مرض ڄاڻندا آهن. خيام چوي ٿو:

خوف فهميده اَست ديوانه،

عقل، بسيار درد سر دارد.

شيخ احمد ڄام، جو چڱ مست درويش ۽ شاعر هو، ۽ زنده پيل يا مست هاٿيءَ جو لقب هوس، سو چوي ٿو:

هر که ديوانه ميخوانند خلق،

باليقين داني ڪه مرد عاقل است،

”احمد“ از ديوانگي فرزانه شد،

هر ڪه ديوانه نشد، ناقابل است.

مولانا جامي به ٿو چوي:

بگذر از طور خرد، کاندر طريق عشق هست،

عاقلي ديوانگي، ديوانگي فرزانگي.

امير خسرو دهلويءَ جو به اهڙو هڪڙو بيت آهي:

چند گوئي که مست بيخبري،

هر که اُو مست نيست بيخبر است.

مولانا جلال الدين رومي ٿو فرمائي:
هر كس كه ترا شناخت، جان را چه كند؟
فرزند وعيال وخانمان را چه كند؟
ديوانهء كني، هردو جهانش بخشي،
ديوانه تو، هر دو جهان را چه كند؟
دست در ديوانگي بايد زدن،
آزمودم عقل، دور انديش را،
بعد زين، ديوانه سازم خويش را.

شاهه ڀٽائي به سسئيءَ لاءِ ٿو چوي ته:
هوءَ جا گهوري گهوٽ جي، تنهن كي چري چؤن اگهاڙيون آتڻ ۾..

اهڙن مستن جا قول ۽ فعل، جهان جي عقل ۽ دستور جي برخلاف هوندا آهن، تنهنڪري، اُهي ديوانا سڏجن ٿا، پر حقيقي معنى جي نظر تي، سندن اُهي قول ۽ فعل، پر معنى هوندا آهن. اُنهن كي، صوفي اصطلاح ۾ ”شطحيات“ چوندا آهن، جي ظاهريءَ ڪري، شريعت جي بر خلاف آهن، ۽ جن جي ڪري، گهڻن تي، ڪفر جي فتوى ڏيئي، انهن كي قتل ڪري چڏيائون. تصوف ۽ اصطلاح ۾، اهڙي ديوانگيءَ يا مستيءَ كي، جذب يا استغراق يا محويت يا سڪر يا فنا سڏيندا آهن، ۽ جيڪي صوفي، مجذوب

ٿي گذريا آهن، سي خاص طرح، ڪشف ڪرامت جا صاحب ٿي گذريا آهن.
ڪتاب ”عوارف المعارف“ ۾ آهي ته صوفي، پهرين ٻن قسمن جا آهن: هڪڙا فقط سالڪ، ۽ ٻيا فقط مجذوب. فقط سالڪ، عبادت ۽ رياضت ۾ مشغول آهن، ۽ طريقت يا سلوڪ جي رستي جا پانڌي آهن. اُهي، ٻين استادن جا مريد به ٿين ٿا، ۽ پوءِ نيٺ، پاڻ، مرشد ٿي سگهن ٿا. فقط مجذوب اُهي آهن، جي عبادت ۽ رياضت کان لنگهي ويا آهن. شرع جي تڪليف، انهن کي معاف آهي. غيبي ۽ روحاني تجليءَ جي ڪري، هنن کي، نه پنهنجو سماءُ آهي، نه ٻيءَ خلق جو. اُهي سدائين، الاهي عشق ۾، غرق يا محو يا فنا آهن. اُهي، نه ڪنهن جا مريد آهن، نه مرشديءَ جي لائق آهن. وري مجذوب، ٻن قسمن جا آهن: هڪڙا سالڪ مجذوب، ٻيا مجذوب سالڪ. سالڪ مجذوب اهي آهن، جي عبادتون ۽ رياضتون ڪري ڪري، ذوق ۽ شوق ۽ عشق جي انهيءَ درجي کي وڃي پهتا آهن، جتي رهي، ٻين جي عيبن ثوابن جي ۽ انهن جي علاجن جي، انهن کي خبر پئجي ٿي سگهي ۽ ٻيءَ خلق کي، ڪمائتا ۽ فيض وارا ٿي سگهن ٿا. انهن کي، ڪڏهن ڪڏهن، جذبو اچي ٿو ۽ سڪر يا نشي جهڙي حالت ۾، بيهوش رهن ٿا. جذبي لٿي کان پوءِ، باهوش

آهن، ۽ تڏهن شريعت تي پورا آهن. انهن لاءِ، اهي ٻئي حالتون آهن - سڪر ۽ صحو، يا عروج ۽ نزل يا قبض  بسط. باقي جيڪي مجذوب سالڪ آهن، سي پاڻ کي، اصل فنا ڪري، وجي بقا جي منزل تي پهتا آهن. انهن جي دل تان، صفاتي ۽ ظلماتي پردا کڄي ويا آهن، ۽ غيب يا باطن جون حقيقتون، انهن کي معلوم ٿين ٿيون، جنهن کي ”ڪشف“ ٿا چون. اُهي آهن سچا انسان ڪامل ۽ مرشد واصل. خواجه حافظ شيرازي، مجذوب سالڪ شمار ڪيل هو، ۽ شيخ سعدي، سالڪ مجذوب هو، مگر ڪن ٻين مجذوب سالڪن جا ڪي مثال ڏيندس. زياده مشهور مثال، شيخ بهلول جو آهي، جو هو ديوانو هو، پر دانا سڏبو هو. خليفي هارون رشيد جي زماني ۾، بغداد ۾، هو، شرع ۽ تصرف جي علمن جو عالم ۽ فاضل، عامل ڪامل هو. جذب ۽ ڪشف وارو هو. اڪثر جهنگ ۽ برپٽ ۾ گذاريندو هو. مٽيءَ جون ڍيريون ڍيو ٺاهيندو هو، جيئن ٻار راند ڪندا آهن. هڪڙي ڏينهن، هارون رشيد، شڪار ڪندي، اڪيلو ڪنهن ڪڏ يا ڪاهيءَ تي اچي بيٺو. ڏينهن، تتل هو. پيو رستو ڪو نه هو. ڪاهي، اونهي ۽ ڏکي هئي. ضرور ٿيي، تڏهن جاءِ تي پهچي! تنگ ٿي، دل ۾ هيءَ باس باسيائين، ته جي گهوڙو ٿيي ويو ۽ آئون سلامت بچيس، ته هي گهوڙو،

خدا جي واٽ ۾ صدقو ڪري ڏيندس. خدا کي ياد ڪري، گهوڙي کي ٽپايائين ۽ وڃي پار پيو. شهر ڏانهن ايندي، رستي ۾ خيال ڪيائين، ته هلي ڪو پيو گهوڙو، ڪڙهه مان صدقو ڪندس، چو ته هيءُ، تمام قيمتي ۽ ڪمياب آهي. رستي ۾ بهلول وٽان لنگهيو، جو پنهنجي ڪم ۾ مشغول هو. وارون جي ويجهي اچڻ تي هو، پنهنجي منهن چوڻ لڳو ”توبهه، خلق سان ته ٺڳي، پر خدا سان به ٺڳي! ڪڏون ڪاهيون به خدا جون، گهوڙا به خدا جا، ۽ نذر به خدا جا! مرد اُهو، جو انجام ڪري ۽ پاري!“ هارون کي، اها ڳالهه، دل سان لڳي، ۽ اچڻ سان، اهو ئي گهوڙو صدقو ڪيائين. ٻئي پيري هارون، پنهنجي زال، بيبي زبيده سان، شيخ بهلول جي زيارت لاءِ، جهنگ ۾ آيو. پڇيائينس ته ”فقير! ڇا ٿو ڪرين ۽ مٽيءَ جون ڍڳيون ڇو ٿو ٺاهين؟“ هن چيو ته ”بهشت جون ماڙيون ٿو ٺاهيان!“ بيبي زبيده چيس ته ”هڪڙي ماڙي ته مون کي به ڏي!“ چيائينس ته ”هنن مان جيڪا وڻين!“ بيبيءَ هڪڙي ڏيکاري. هن چيو ته ”انهيءَ جو هڪ هزار درهم ملهه آهي!“ بيبيءَ چيو ته ”چڱو، موڪليانءِ ٿي“ بيبيءَ، هارون کي چيو ته ”اوهين به ڪا وٺو!“ هن چيو ته ”ها هڪڙي ماڙي، پاڻ ٻنهي لاءِ ڪافي آهي.“ بيبيءَ، هزار درهم ڏياري موڪليس. رات جو

هارون، خواب ۾ ڏٺو، ته قيامت جي ميدان ۾ آهي، اُس ۾، رلي رلي، ٿڪو آهي. پري کان، هڪڙو باغ ۽ محلات ڏسي، اوڏانهن ويو. اندر گهڙڻ جي ڪيائين، پر دربانن نه ڇڏيس. پڇيائين ته ”هيءُ باغ ۽ محل، ڪنهن جو آهي؟“ هنن چيس ته ”بيبي زبيده خاتون جو آهي.“ هارون چيو ته ”آئون، انهيءَ جو مڙس آهيان، اندر ويندس.“ هنن چيو ته ”اسان کي اهڙو حڪم ڪونهي!“ آخرهٽائي ڪڍيائونس. هو، اهڙو پريشان ۽ تنگ ٿيو، جو جاڳي پيو. اڳوڻي ڏينهن واري حقيقت ياد پيس. ٻئي ڏينهن، بهلول وٽ ويو، ۽ هن کي ساڳئي ڪم ۾ لڳل ڏسي، چوڻ لڳس ته ”اڄ مون کي به ڪا ماڙي ڏيو!“ شيخ چيو ته ”ڪالهه وٺين ها ته ڏيانءِ ها، اڄ ڪو نه ڏيندس. جڏهن بيبيءَ جي ماڙيءَ مان، ڏڪا ڏئي ڪڍيو اٿئي، تڏهن ڦڪو ٿي، اڄ هيڏانهن آيو آهين!.“

انهيءَ شيخ بهلول جي قولن مان هڪڙو هيءُ آهي ته ”جڏهن اڃا زمين ۽ آسمان پيدا نه ٿيا هئا، تڏهن آئون پيدا ٿيو هوس، بلڪ خدا کان ٻه ٻه ورهيه اڳي آئون موجود هوس.“

ٻيا به اهڙا گهڻا ديوانا يا مجذوب صوفي آهن، پر خاص پنهنجي قديم سنڌ جا به ٽي مثال ڏيندس. حيدرآباد ۾، گنجي ٽڪر تي به، ٺٽي جي مڪليءَ

وانگي، گهڻا اولياءَ رڪيل آهن. شاھ صاحب به ٿو چوي ته ”گنجو ڏونگر گام، پيھي جن پروڙيو - ڪري تن تمام، لوچي لاھوتي ٿيا“ انهيءَ گنجي ٽڪر تي، شيخ پرئي جو قبو آھي. اُھو، اصل ھندو برھمڻ ھو. جهنگ ۾ گذاريندو ھو. ھندو توڙي مسلمان، سندس معتقد ھئا. جيڪو وٽس ايندو ھو، تنهن کي ڳالهائڻ کان سواءِ، دل جي ڳالھ جو جواب ڏيندو ھو. ڪتاب ”حديقة الاولياءَ“ وارو لکي ٿو ته آئون، ڪيس ڏيڻ لاءِ ويس. ھڪڙو سنڌي بيت، ذري ذري پئي پڙھيائين. مون کي دل ۾ آيو، ته خبر ناھي ته اھو بيت خود سندس آھي يا ڪنهن ٻئي جو؟ اوچتو، پاڻ چوڻ لڳو ته ”ابا! اھو بيت، اسحاق لوھار جو آھي.“ ٻيون ڳالهيون به، جيڪي به دل ۾ رکي آيو ھوس، تن سڀني جا جواب ڏيئي ويو. منهنجي ويٺي ٻيو ھڪڙو ماڻھو، ڏينهن تتي جو وٽس آيو. ان کي ڏاڍي بک ھئي ۽ ٿڪل ھو. انهيءَ کي چيائين ته ”ابا! ھن ٿوھر جي پاڙ ۾، ڪني رکي اٿئي، سا ھن دونهينءَ تي ڪڙهي چاڙھ، ۽ انهن پهڻين جو ٻڪ پري، منجهس وجھ، ۽ ڍڪڻ ڏيئي ڇڏينس.“ ھن ائين ڪيو. جهٽ ۾ چانورن جو پٽ رجهي لٿو، ۽ ھڪڙي ٻڪري به، ٽڪر تان لهي آئي، جنهن مان کير ڏھائي، اسان کي کائڻ لاءِ ڏنائين.

شيخ طاهر، جنهن کي اڏيرو لال چوندا آهن، سو به اهڙو مجذوب درويش هو. هو به اصل نصرپور جو واڻيو هو- منگل پٽ رتن جو، کوهري. فقيرن جي صحبت ۾، درويش ٿيو. هندو ۽ مسلمان، معتقد هئس. مست مجذوب ٿي گذريو آهي. ڪتاب ”تحفة الڪرام“ وارو لکي ٿو ته هڪڙي ڏينهن، پنگ ويٺي ٺاهيائين، ته هڪڙو مست اُٺ جهنگ مان اچي مٿان بيٺو. خدا جي يادگيريءَ ۾، اهڙو محو، هو جو ڪنڌ ڪڍي، ان کي ڏسي، پانيائين ته خدا، پاڻ اچي نڪتو آهي! چوڻ لڳس ته ”خدا سائين! پلي آئين، جي آئين، ويه ته ڳالهڙيون ڪريون، ۽ پيالا پاڻي پيون!“ ايتري ۾، اُٺ وري موٽي، وڳ ڏانهن پڳو. شيخ طاهر پٺيان پيس. منٿون آزيون ڪندو ويس، ته جئن هو، ذرو ترسي، ۽ رُسي نه وڃي. نيٺ موٽي، اچي پنهنجي ڪونڊي تي ويٺو.
شيخ پرڪيو، آچاري، ڪاتيارن وارو، ۽ وطايو فقير ٺٽي وارو، ۽ مير محسن شاهه سائينداد جي ٽنبي وارو، مجذوب اوليائن مان هئا.
پچاڙيءَ ۾ سعيد ڪاشانيءَ، ٺٽي واري جو مثال ڏيندس، جو مجذوب شاعر هو. ”سرمد“ تلخص هوس. اصل، فرنگي يا ارمني ڪرسچن هو، جو پوءِ مسلمان ٿيو. شاهجان بادشاهه جي وقت ۾ آيو، شهزادو

داراشڪوه، سندس گهڻو معتقد هو. اگهاڙو، گهٽين ۾ گهمندو وتيو، ۽ شريعت جي برخلاف ڪلام چوندو هو. آخر مٿس، ڪفر جي فتوى جاري ڪيائون، ۽ سن 1071ع ۾ قتل ڪري ڇڏيائونس. ڪن ڏينهن کان پوءِ، جنهن قاضيءَ، اها فتوى ڏني هئي، تنهن کي وري، سندس قصاص ۾، قتل ڪري ڇڏيائون. ”سرمد“ جي جن ٻن رباعين ڪري، هن کي قتل ڪيائون، سي هي آهن:

سرمد! اگر چه وفا ست، خود مي آيد،
ور آمدنش روا ست، خود مي آيد!
بيهوده چرا در پي او ميگردي؟
بنشين اگر او خدا ست، خود مي آيد.

(يعني ماڻهو، خدا جي پٺيان ڇو ٿا رلن؟ ماٺ ڪري ويٺا هجن، جي سچ پچ هو خدا هوندو، ته پاڻهي وٽن ايندو.)

آنکو که سر حقيقتش ياور شد،
خود پهن تر از سپهر پهناور شد،
ملا گويد ڪه بر شد احمد بفلڪ،
سرمد گويد، فلڪ به احمد در شد.

(يعني، مراج ۾ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن، پاڻ عرش تي نه ويا هئا، پر عرش هيٺ لهي وٽن آيو هو)

چون ٿا ته قتل ٿيڻ وقت، جڏهن ترار جي هيٺان ڪنڌ رکيائين، تڏهن منهن مٿي ڪري، جلاد جي منهن ۾ نهاري، کلي، هيءُ بيت پڙهيائين:

شوري شد و از خواب عدم چشم ڪشوديم،

ديديم که باقي ست شب فتنه، غنوديم.

(دنيا جي گوڙ تي، عدم جي ننڊ مان، اک کوليم، ڏٺم ته فتني جي رات، اڃا ڪٿي ڪانهي، تنهنڪري وري سمهي پيس!)

# [10]
# شعر جو شرف ۽ شان

شعر جو شرف ۽ شان، ان جي عجيب غريب حالت ۽ شاعرن جي حيرت جهڙيءَ خاصيت ۽ فضيلت مان ثابت ٿي سگهي ٿو. شعر جو شرف، ساڳيو علم جو شرف آهي. علم جي شرف هئڻ ۾، ڪنهن کي به شڪ نه هوندو، جو اُها، عام قبول ڪيل ڳالهه آهي. عالم ۽ شاعر، لفظي يا لغوي معنى موجب، ٻئي برابر آهن. ٻنهي جي اصلي معنى ”ڄاڻندڙ“ آهي. جيڪا تعريف، قرآن ڪريم ۽ حديث شريف ۾ عالمن جي نسبت ۾ آهي، سا شاعرن جي نسبت ۾ به سمجهڻ گهرجي.

قرآن ۾ ڪٿي ”يعلمون“ آيو آهي ۽ ڪٿي ”يشعرون“ - ٻئي چاڻڻ جي معنى ٿا ڏين. حديث موجب، عالم، نبين جا وارث آهن. تڏهن، جي نبين جي علم مان ڪجھ هنن کي ورثي مان مليو ٿو، ته معجزي يا ڪرامت جي به ڪا نشاني، هنن کي به، ورثي ۾ ملندي هوندي. جيئن حضرت موسى کي، فرعون ۽ ٻين ڪافرن جي مقابلي لاءِ، عصا ۽ يدبيضا، يعني لٺ ۽ هٿ، ٻه هٿيار مليل هئا، تيئن عالم يا شاعر کي، ٻه هٿيار آهن: هڪڙو قلم ۽ ٻي زبان. انهن ٻنهي جي نسبت ۾، حديثون موجود آهن: هڪڙي آهي ته ”مداد العلماءَ خير من دماءَ الشهداءُ“ اها حديث عالمن واري، شاعرن سان به لڳي ٿي ۽ ٻي ”ان الله تعالى ڪنز تحت العرش مفاتيحه السنته الشعراءُ“ اها حديث شاعرن واري، عالمن سان به لڳي ٿي. اگرچه انهيءَ طرح، علم ۽ شعر برابر آهن، تڏهن به شعر ۾، علم کان خاصيت زياده آهي. اُها موزونيت آهي. جي ٻنهي کي، ان نور يا مانيءَ سان مشابهت ڏجي، جنهن جي کاڌي، جسم توڙي روح کي قوت حاصل ٿئي ٿي، ته علم، سلوڻي ماني آهي، يعني جنهن ۾ لوڻ پيل هجي، جنهن کان سواءِ جيڪر، ڦڪي ۽ بي سواد هجي، ۽ شعر، مٺي ماني آهي، يعني جنهن ۾ لوڻ جي بدران مٺاڻ يا کنڊ پيل آهي. اڳئين زماني ۾، ماڻهو، شاعرن

ڪي، وڏو عالم ڄاڻندا هئا، بلڪ ڄاڻندا هئا ته عالم ڪي، علم، ظاهري تعليم مان حاصل ٿو ٿئي ۽ شاعر ڪي خدائي. اها به حقيقت آهي ته شاعرن ڪي، ماڻهو، اهڙي عزت ڏيندا هئا، جهڙي عالمن ڪي، بلڪ زياده، چالاڪِ ته هو، ٻنهي ڪي، نبي يا اولياءَ يا ڪو فوق البشر بزرگ ڪري ڄاڻندا هئا، ۽ شعر ڪي، الهام يا خدائي ڪلام شمار ڪندا هئا، جو پاڻيهي، هنن جي دلين ۾ ٿو اچي. بيت آهي ته:

شاعري، پيغمبري جي آهي ديباچي مثال،
وحي هن ۾ ٿو اچي، هن ۾ اچي الهام ٿو.

پيغمبرن ۾، حضرت دائود ڪي، شاعر چئي سگهجي ٿو، جنهن جا زبور جا مزامير، مشهور آهن، جي عبراني ٻوليءَ ۾ هئا ۽ پوءِ ٻين ٻولين ۾ ترجمو ٿيا. اولياءَ شاعر، ته تمام گهڻا ٿي گذريا آهن - جهڙا هند ۽ سنڌ ۾، تهڙا ٻين ملڪن ۾. شاعرن ڪي، ”تلاميذ الرحمان“ جو لقب مليل آهي - يعني خدا جا شاگرد. خواجه حافظ شيرازيءَ ڪي ”لسان الغيب“ چوندا آهن ۽ سندس ديوان مان، فالون وجهندا آهن. شيخ فريد الدين عطار، جو پاڻ وڏو اولياءَ به هو، سو چوي ٿو ته:

شاعري جزويست از پيغمبري،
جاهلاش ڪفر دانند از خري.

جنهن مان ظاهر آهي ته شعر، نبوت جو هڪڙو جزو آهي ۽ جيڪي جيڪي، انهيءَ کي ڪفر ٿا ڄاڻن، سي گڏه آهن. اهڙا ماڻهو، خدائي يا طبعي شاعر هئا ۽ سندس ڪلام، برابر الهامي هو. انهن مان گهڻا ته اُمي هئا، يعني لکڻ پڙهڻ نه ڄاڻندا هئا، ته به عجيب شعر چوندا هئا. هڪڙو مثال، انهن جو، شيخ احمد ڄام، مشهور اولياءَ بابت ڏيان ٿو، جو اصل امي هو، ته به وڏو شاعر ٿي گذريو آهي ۽ ڪتاب ”سراج السائرين“ سندس تصنيف آهي، جو سندس واتان ٻڌي، ٻين لکيو. اسان جي شاه ڀٽائي رح جي نسبت ۾ به ائين چيل آهي ته اڻپڙهيل هو، يا گهڻو پڙهيل نه هو. اهڙا ڪيترائي مثال آهن. سچا پچا خدائي شاعر اُهي هئا ۽ سندن شعر به خدائي هو، اگرچه انهن کي، علم عروض جي ڪا به خبر ڪانه هئي، جو عروضي قانون، مصنوعي ۽ انساني آهن.

شعر تن جو هو مٿو جهڙو نبات،
پر نه ڄاڻون فاعلاتن فاعلات.

اهو ”فاعلاتن فاعلاتن“ وارو مصنوعي شعر، ٻين هنرن وانگي، هڪڙو هنر آهي، جو ڪو به سکي سگهي ٿو ۽ گهڻي استعمال کان پوءِ، انهيءَ ۾ ڪاريگر يا استاد ٿي سگهي ٿو. انهن سچن شاعرن

جا ڪي ڪلام، اهڙا عجيب آهن، جو سواءِ الهامي دماغي مدد جي، ڪنهن جي خيال ۾ اچڻ جا ناهن.
اهڙو الهام آڻڻ وارو وهڪرو، ”روحاني موڪل“ ملائڪ ڪي آهي، جنهن کي عربيءَ ۾، ”ملهم“ يا ”هاتف“ چوندا آهن ۽ فارسيءَ ۾ ”سروش.“ اهڙا گهڻا ڪلام ته انهن کي ستي، ”خواب“ ۾ (ڪن جو اعتقاد آهي) ۽ جاڳندي ”رؤيا“ ۾، پيدا ٿيندا آهن. ڪڏهن شاعر کي، ڪنهن خاص شعر جي ٺاهڻ جو انتظار ۾، ننډ ڪٽي ويئي هوندي. رات جو ستي ئي، اکين پوريل حالت ۾، هنڌ مان اُٿي، مس قلم ڪٽي، ڪاغذ تي سچو شعر لکي، وري وڃي سمهي رهيو هوندو، ۽ صبح جو اٿي، تيار ٿيل شعر ڏٺو هوندائين ۽ حيران ٿيو هوندو، ته الاجي هيءَ ڪنهن لکيو! شعر جي، غيبي يا الهامي هئڻ جي ٻي وڏيڪ کهڙي ثابتي آهي؟!
سچ آهي ته قرآن شريف ۾ شاعر، گمراهن جا مهندار ۽ ڪاهنن ۽ مجنونن وانگي شمار ڪيل آهن، ۽ ننديل آهن ”الشعراءَ يتبعهم الغاوئون) ۽ حديث شريف ۾ ڪوڙا ۽ شيطان جا مريد ۽ جادوگر سڏيل آهن. پر انهيءَ جو سبب ظاهر آهي. اڪثر دنيائي شاعر، مبالغو ڪم آڻيندا آهن، ۽ خيالي ڪوڙا مثال، آڪاٽيءَ وانگي، ڏيندا آهن، ۽ ڪناين ۽ اشارن ۾ ڳالهائيندا

آهن، ته جيئن پروليون ڏبيون آهن، جن جي ظاهري معنى هڪڙي ۽ باطني معنى ٻي هوندي آهي، جنهنڪري عام ماڻهو، گمراهه ٿي سگهن ٿا. ”ولله المثل الاعلى“ خدا تعالى پاڻ مثالن ۾ ڳالهايو آهي، جنهن جي معنى ۽ تفسيرن تي، عالمن جا جهيڙا لڳا آهن ۽ مذهب وڏي ويا آهن. جيئن ڪن صوفي شاعرن جو ڪلام، حقيقي عشق بابت، مجازي لفظن ۾ ايندو آهي ۽ ماڻهن کي گمراهه ڪندو آهي، ۽ اڪثر سمجهيل آهي ته مجازي حسن ۽ عشق جو سامان، غير شرعي آهي- اهڙي عشق جو وهنوار وارا شاعر، يا سندن شعر ماڻهن کي پسند هوندا آهن.

حسن حسرت ۾ وجهي، عشق ڪري خانا خراب،
جنهن جو اسباب شراب آهي، ڪباب آهي، رباب.
وڏا هئا منهنجا سيڱي درس دين جا عالم،
معلم عشق جي سيکاري شاعري مون کي.

عشق کان سواءِ، ٻيا ڪيترائي صوفي بزرگن جا ڪلام ۽ اصطلاح آهن، جي شطحيات ۾ داخل آهن، جي نه فقط غير شرعي آهن، پر ڪفر جي الزام هيٺ اچن ٿا. ۽ انهن جي ڪري، هنن مان ڪن پنهنجي جان به ڏني آهي. اهڙي مونجهاري جهڙي، ظاهري خراب، پر باطني چڱيءَ معنى واري ڪلام جا، اوهان کي ڪي مثال ٻڌائيندس، جي فارسي شعرن

مان، مون سنڌيءَ شعر ۾ وڏا آهن. ملا شاھ بدخشي اولياءَ، جنهن کي ڪي ڪوفي، ڪشمير جو خدا چوندا هئا، سو، چوي ٿو:

چنبو، چنبي ۾ ٿو خدا جي رکان!

پروسو ڪھڙو مصطفى تي رکان؟

يعني خدا جي هوندي، مون کي، ٻئي ڪنهن جي پرواھ يا ضرورت ڪانهي. شيخ بهلول ديوانو، جنهن کي بهلول دانا به چوندا هئا جو هارون رشيد جي وقت ۾ هوندو هو. انهيءَ جي ٻولي ٻڌو:

ٻولي بهلول جي ٻڌو اُبتي،

ٻه ورهيه اڳ خدا ڪنا آءٌ هوس!

نه هو ارض وسما خدا به نه هو،

تڏهن منجهہ نشو ۽ نما آءٌ هوس!

شيخ احمد ڄام، جنهن جو مٿي نالو ورتم، جنهن کي ”زندھ پيل“ يا مست هاٿيءَ جو لقب مليل هو، سو ٿو چوي:

آءٌ حقيقت ۾ خدا آهيان، خدا

بلڪ آهيان آءٌ خدا جو رهنما.

حسين منصور، جنهن ”انا الحق“ جو دم هنيو، تنهن چيو آهي ته:

”جيسين ماڻھو، پهرين ڪافر نه ٿيندو، تيسين مؤمن نه ٿي سگهندو.“

شيخ بايزيد بسطاميءَ چيو آهي:
”ماڻهو گناهن کان توبه ٿا ڪن، پر آئون، ڪلمي پڙهڻ کان توبه ٿو ڪريان.“
شيخ ابن العربي، مشهور عالم، چوي ٿو: ”ترڪ الذنب ذنب“ يعني گناه ڇڏي ڏيڻ، گناه آهي ۽ هيئن به چوي ٿو ته ”جيڪو خدا کي سڃاڻندو، سو انهيءَ جي عبادت ڪڏهن ڪين ڪندو، ۽ انهيءَ کي الله نه سڏيندو.
شيخ محي الدين عربي، ٻيو مشهور عالم، چوي ٿو ته ”خدا، اسان جي قوت آهي ۽ اسين، خدا جي قوت آهيون.“
خواجه عبدالله انصاريءَ جو چوڻ آهي: ”نماز کردن کار، پير، زنان است، روزه داشتن صرفهء نان است، حج رفتن تماشاي جهان است. جيئن سلطان باهو به چوندو هو.
شيخ احمد غزاليءَ جي وڏي ڀاءُ جو چوڻ آهي: فريضهءَ ما خدا بودن است وسنت ما رسول بودن.
سچل فقير به چيو آهي:
ايجها ڪم ڪريجي، جنهن وچ الله آپ بڻيجي.
شيخ ابوالحسن خرقانيءَ، هڪڙي ڏينهن چيو ته ”اڄ صبح جو، آءٌ خدا سان ملھ وڙهيس، خوب جانٺا هنيامانس، پر نيٺ مون کي دسي وڌائين.“ يعني

الوهيت، عبوديت تي غالب آهي. هڪڙو سنڌي بيت به، ڪنهن شاعر جو، انهيءَ نموني جو، توهان کي ٻڌايان:

ڪلمون پڙهان ته ڪافر ٿيان، ڪلمو پري ڪير!
جيڏانهن راهه رسول جي، تيڏانهن پريان نه پير،
مون تين سان وير، پڇن جي رسول جو!

شيخ نظام الدين دهلوي چوندو هو ته: ”ميثاق يا الست، خود آواز، خدا بود، در پوربي“ - يعني ”الست“ جو آواز، پوربي راڳڻيءَ ۾ ڳائي ٻڌايو ويو هو، انهيءَ ڪري، اُها راڳڻي، شيخ کي گهڻو پسند هئي.

وطايو مجذوب فقير، مٺيءَ وارو، ڪامل شخص هو، جهڙو بهلول دانا هو. اهو چوندو هو ته: شريعت، طريقت جي بغل جا وار آهن- يعني، جڏهن ڪو شريعت ۾ بالغ ٿيندو، تڏهن طريقت هٿ ايندي يا سچو صوفي ٿيندو.

هاڻي، جيڪي رواجي ماڻهو، اهي ٻوليون ٻڌندا ۽ اهڙيون ڳالهيون پاڻ به ڪندا ۽ انهن تي هلندا ته اهي گمراهه ۽ ڪافر نه ٿيندا ته ٻيو ڇا ٿيندا؟ انهيءَ ڪري، قرآن ۽ حديث، شعر کي ننديو آهي، نه ته ٻيءَ طرح، اسان جي پيغمبرصلي الله عليه وسلم جن کي، شعر گهڻو پسند هوندو هو. انهيءَ جي شاهد، هيءَ حديث آهي: ”كان الشعر احب رسول الله من كثير الكلام“

پاڻ شعر نه چوندا هئا، ته به ٻين کي شعر چوڻ لاءِ حڪم ڪندا هئا ۽ ٻڌندا هئا ۽ انهيءَ جي تعريف ڪندا هئا، مطربن کي انعام به ڏيندا هئا.
جناب مولی علي ۽ ٻيا ڪي اصحاب، چڱا شاعر هئا، بلڪ هڪڙي ڪافر اميه نالي جي نسبت ۾ فرمايائون ته ''آمن لسانه وکفر قلبهء'' جنهن مان سمجهيو ته شعر جي برڪت سان، هن جي زبان، دوزخ جي باھ کان بچي وئي. حسان، عرب شاعر مشهور آهي، ۽ نابغه، ۽ ڪي ٻيا به جن جو شعر، حضرت جن کي گهڻو پسند هوندو هو ۽ ٻڌي، اهڙي خوشي ٿيندي هين، جو انهن کي انعام ۽ تحفا ڏيندا هئا، انهن بابت، منهنجو هڪڙو شعر آهي، جو تو هان کي ٻڌايان ٿو:

ڪر شڪايت شاعرن جي ڪين تون، اي بي هنر!
سڏ نه ڪوڙو تن کي حق جا سي سدا پيغامبر.
ڏس ته اُو رحمان جا سڏجن تلاميذ اصل کان
۽ نبين ۽ ولين کان ملي تن خوشخبر.
شعر معنی وانگي ٿيو لفظن جي پردي ۾ لڪل
شعر آهي سچ، رکي ٿو پوش سو ڪچ جو مگر.
جيئن ڪه آکاڻين منجهان نڪري نصيحت ٿي سدا
شرع نڪري شعر مان رمز ۽ ڪنايت سان ڀهر.
ڪيئن ٻڌي ها مصطفی حسان بن ثابت جو شعر
جي ٻڌاڪ ۽ ڪوڙ هو اُن ۾ ۽ هو اُن ۾ خطر؟

نابغه شاعر جي ڏندن ۾ چپن تي ڪيئين دعا
ڪيئن ڪري ها خير جي ۾ مهر جي ان تي نظر؟
شعر جي لئه شاعرن کي جي هجي انعام بد
ڪعب شاعر کي ڏئي ها تحفو ڪيئن خيرالبشر؟
شاعري عباس ڪئي، حمزه ۾ طلحه ۾ عليءَ
جعفر ۾ سعد ۾ سعيد ۾ پڻ صحابن بيشتر
شعر جو بيشڪ تون ڪر پيو شغل دائم اي ”قليچ“!
جو نندي ٿو شعر، ناهي آدمي سو آهي خر.

شعر جي ظاهري صورت تي، ڪو به اعتراض ڪونهي. موزون هئڻ ڪري، نثر کان نظم، زياده پسند آهي. ائين ته خود قرآن ۾، ڪيتريون آيتون آهن، جي شعر آهن، ۾ هڪڙي نه ٻئي بحر يا وزن تي اچي ٿيون سگهن - مون، اهڙو هڪڙو ڪتاب لکيو آهي، جنهن جو نالو ”اشعار القرآن“ آهي، انهيءَ ۾ اهڙيون سوين مصرعون، بلڪ سچا بيت به ڏيکاريل آهن. پر حقيقت ڪري، شعر اُهو آهي، جو ارادتا چئجي.اهڙن بيتن جا ڪي مثال هي آهن، جي خود پهرئين ئي سيپاري مان آهن: ”ان في ذالک لآيات لقوم يؤمنون - تجعلوا لله اندادا وانتم تعلمون“ (مضارع) في ذالک بلاءٌ من ربکم عظيم (خفيفه) واولـــٰئک لهم عذاب عظيم (تقارب) بسم الله الرحمان الرحيم (عم) لاحول ولا قوت الا بالله.

حقيقت ڪري، شعر جي چڱائي يا بڇڙائي، ان جي مضمون جي چڱائي يا بڇڙائيءَ تي منحصر آهي. جنهن شعر جي مضمون مان، رحماني يا روحاني خيال دل ۾ پيدا ٿين، اهو چڱو سمجھڻ گهرجي ۽ اهڙو شعر، چوڻ ۽ ٻڌڻ روا آهي، پر جنهن مان، شيطاني يا نفساني ۽ دنيائي خيال پيدا ٿين، سوخراب ۽ نا روا آهي. اهڙي هڪڙي حديث به آهي: ”الشعر ڪلام فحسنه حسن وقبحه قبيح.“ شعر پڙهڻ ۽ چوڻ، جنهن اصول تي روا آهي، تنهن اصول تي ان جو ڳائڻ ۽ ٻڌڻ به روا آهي، جنهن کي ”سماع“ به چون ٿا، جو شريعت موجب، شعر وانگي، راڳ به حرام آهي، اهو شعر، اهو ئي سماع آهي، جنهن تي صوفي درويش ۽ عارفن ۽ سالڪن کي، وجد ۽ حال اچي ويندو آهي. ڪن ته انهيءَ جي ٻڌندي، دم ڏنو آهي. جيئن شاهه صاحب ڀٽائي جو به ذڪر ڪندا آهن، ۽ سندن همعصر مخدوم معين الدين ٺٽي واري بابت به لکيل آهي. شيخ قطب الدين بختيار ڪاڪي، دهليءَ وارو، ته سپ ڪنهن ٻڌو هوندو، جو شيخ معين الدين چشتي اجميريءَ جو مريد هو. قوالن، هڪ غزل، فارسي ۾ پئي ڳايو، جنهن جي پهرين بيتن جو ترجمو هيءُ آهي:

عشق تنهنجي جو مڪان آهي پيو،
واٽ تنهنجيءَ جو نشان آهي پيو.

ڪات سان، تسليم جي ڪٺن جي لاءِ،
ساھ غيبوءن، هر زبان آهي پيو.

چون ٿا ته انهن پوين بيتن، بزرگ کي اهڙو ذوق ڏنو، جو انهيءَ جي وري وري ڳائڻ جو حڪم ڏنائين. پوءِ پاڻ، پوئين مصرع تي، بيحال ٿي مريو ٿي ويو ۽ ٻيءَ مصرع تي، هوش ۾ ٿي آيو. ائين ڪندي ڪندي، نيٺ اُتي ئي دم ڏنائين.

اهو آهي شعر، جنهن جو شوق، هڪڙي خدائي ڏات آهي، جا ڪنهن کي به ملي ٿي سگهي. اُها ڏات، ذات يا اصل نسل تي ناهي:

شاعري، ناهي ڪسبي يا عملي،
شاعري، آهي فيض لم يزلي.

شاعر نبي، ۽ ولي به ٿيا آهن ۽ عام امتي به ٿيا آهن. بادشاھ به ٿيا آهن ته فقير به ٿيا آهن، مرد به ٿيا آهن ته زالون به ٿيون آهن، هوش وارا به ٿيا آهن ته ديوانا ۽ مجذوب به ٿيا آهن، ڪيترائي ڳوٺاڻا ۽ رواجي ڏنڌن وارا ڪاسبي ماڻهو به ٿيا آهن: جيئن انبياءَ ۽ اولياءَ ۽ مشائخ به، رواجي ڪاسبي ماڻهو ٿي گذريا آهن. لکيل آهي ته سڀني نبين ۽ بني آدم جو ڏاڏو، حضرت آدم، ڪڙمي هو، جو ڏنڌو، حضرت جبرائيل سيکاريس. حضرت نوح واڍو هو، حضرت ادريس درزي هو، حضرت ابراهيم بزاز هو. حضرت عيسى خوشه چين

هو. حضرت شيث ڪوري هو، حضرت اسماعيل شڪار ڪندڙ هو، ۽ حضرت دائود زره ساز هو. اهي هئا ڪاسبي نبي، ۽ اولياءَ وارا، لوهار، رازا، سربند، موچي، شيشه گر، پچارا وغيره، جن جون مولانا جاميءَ جي ”نفحات الانس“، ۽ ٻڻ تذڪرن ۾، وڏيون يادداشتون ڏنل آهن، انهن مان گهڻا اولياءَ، شاعر به هئا. ساڳيءَ طرح، فردوسي شاعر، باغائيءَ جو پٽ هو. خاقاني، جو زبردست شاعر ۽ ملڪ الشعراءَ ٿي گذريو، جنهن کي ”خلاق المعاني“ چوندا هئا، سو علي وادي جو پٽ هو. شيخ فريد الدين، عطر فروش هو. منصور، پچارو ٿا چون. وڏا شاعر، ڪي ته چِٽن جا چوڪرا هئا، جن جي طبع جي چالاڪي ڏسي، ڪن سکرن، انهن کي تعليم ڏياري ۽ هو استاد شاعر ٿي پيا. اهڙو هڪڙو مثال، عبدالواسع جبليءَ جو بس آهي، جنهن فارسي شعر جو پهريون بنياد وڌو. هو، هڪڙو دهقاني چوڪر هو. اُٺ چاريندو وتيو، ۽ انهن کي هڪليندي، هڪڙو بيت ٺاهي وڏائين، جو اتفاق سان، بادشاهه سلطان سنجر ٻڌي ورتو. هن جي طبع ۽ ذهن جي چالاڪي ڏسي، هن کي پاڻ سان وٺي ويو ۽ تعليم ڏيارڻائينس. آخر هو، وڏو ۽ عمدو شاعر ٿيو ۽ ”ملڪ الشعراءَ“ ٿيو. شعر جي نزاڪت ۽ لطافت ڏسي ۽ شاعرن جي خداداد قابليت ۽ تيز طبعي ٻڌي،

حيراني وٺيو وجي! هڪدم خيال ۾ اچي سگهي ٿو، ته گهڻين حالتن ۾، خاص الهامي ۽ غيبي مدد کان سواءِ، اها عجيب غريب خاصيت ۽ لياقت، حاصل ٿيڻ جي ناهي، ڪيترن شاعرن، تمام تڪڙو ۽ حد کان گهڻو شعر چيو آهي. نه فقط فراغت ۽ اڪيلائيءَ ۾، پر گوڙ گڙٻڙ ۽ مشڪلات ۽ مصيبت ۾ به. ڪن، هڪدم، مناسب موقعي يا طلب ۽ فرمائش تي، عمدو شعر چئي ڏيکاريو آهي، ڪن، مرڻ وقت يا بيهوشيءَ ۽ ننڊ ۾ شعر چيو آهي، يا هاتفي ۽ غيبي مدد سان، عجيب لفظ يا شعر، آڻي موجود ڪيا آهن، ۽ ٻيءَ طرح، جيڪر مشڪل، بلڪ، محال، خيال ۾ اچي سگهن، ڪن، ته اوليائن واري پيشنگوئي به ڪئي آهي يا دعا ۽ پٽ جو اثر به ڏيکاريو اٿن. ڪن، وري لفظي ۽ معنوي صنعتون ۽ نازڪ ظرافت جهڙا خيال آندا آهن، جي ٻڌي، عقل چرخ ٿيو وجي! انهيءَ هوندي به شعر، ڪڏهن، شاعر جي وس ۾ نه رهيو آهي، جنهن مان پاڻ، غيبي مدد جي ثابتي ملي ٿي. ڪڏهن ته وهندڙ پاڻيءَ وانگي، تڪڙو پيو ايندو، ۽ ڪڏهن ته مٿا هڻندو، تڏهن به خيال ۾ نه پيو ايندس. انهيءَ بابت، منهنجو هڪڙو قطعو آهي:

ڪڏهن نڪري ٿو شعر دل مان ائين،
جيئن ٿي نڪتو تنور مان طوفان.

ڪڏهن نڪري نه هڪڙي مصرع پڻ،
رهي شاعر انهيءَ جي لاءِ حيران.
نه اچي ڪڏهن، منٺ آزيءَ سان،
ٺئي اچي ڪڏهن، اڻ سڏيو مهمان.

شاعرن جي خاصيتن جا ڪي مثال، اوهان کي ٻڌايان ٿو، جي فارسي شعر مان، مون، سنڌيءَ ۾ وڌا آهن. سنڌي هاڻوڪو شعر، فارسي شعر جي نموني تي آهي، تنهنڪري اسان جي لاءِ اُهي مثال، خوشيءَ کان خالي نه آهن. انهن ۾ ڪي اهڙيون ڳالهيون هونديون، جي اوهان مان ڪن نه ٻڌيون هونديون، جي هاڻ ٻڌي خوش ٿيندا.

پهرين ته جن، تمام گهڻو شعر چيو آهي، تن جو انداز ڪرڻ وارن، سيرن جي وزن سان انداز ڏيکاريو آهي يا بيتن جو تعداد يا ڪتابن جو تعداد ٻڌايو اٿن. مثلا مرزا عبدالقادر بيدل جو نظم ۽ نثر تمام گهڻو آهي ۽ وزن ۾، پنج سير لکيو اٿن. انهيءَ جي مقابلي ۾، فردوسيءَ جو شاهنامو ۽ مولانا روميءَ جي مثنوي، هر هڪ ٻه سير آهي. شاهه ڀٽائيءَ جو رسالو ڏيڍ سير، ۽ سچل فقير جو رسالو ۽ ديوان سوا سير. شيخ فريدالدين عطار، چاليهه يا پنجاهه مثنويون لکيون آهن جن ۾، هڪ لک بيت آهن. فقط سندس ديوان، چاليهه هزار بيتن جو آهي، ڇهه بزار ته فقط رباعيون اٿس.

مولانا رڪن الدين شيخ ڪاشيءَ جو شعر به، شيخ عطار جيترو، هڪ لک بيت آهي.
اميرخسرو دهلويءَ جي مثنوين، قصيدن، ديوان وغيره ۾، چئن لکن کان زياده بيت آهن. مولانا جامي، عربيءَ ۾، فارسي نظم ۽ نثر ۾ بيشمار ڪتاب لکيا آهن: ست ته مثنويون اٿس، هزار ڏيڍ فقط رباعيون اٿس، سندس تصنيفون به چوونجاهه آهن ۽ عجيب اتفاق هيءُ، ته سندس نالي جو عدد به ساڳيو هو. مولانا سبحانيءَ، فقط رباعيون چيون، جي ڇهه هزار اٿس، انهيءَ ڪري ”مير رباعي“ چوندا هئس. ساڳيءَ طرح، شيخ رباعي مشهديءَ ۽ فڪري خراسانيءَ به، سواءِ رباعين جي، شعر به چيا، جي هزارين آهن. هوڏي، انهيءَ مقابلي ۾، عمر خيام، جنهن جون رباعيون مشهور آهن، سي پنج سؤ مس هونديون. مولانا جلال الدين روميءَ جون رباعيون، ڏيڍهزار آهن. شيخ نظامي گنجويءَ جو شعر، چويهه هزار بيت آهي، سواءِ ”خمسه“ جي ۽ رباعيات جي. انهيءَ کان سواءِ، حڪيم سنائي، خاقاني، شيخ سعدي، ضميري ۽ ٻين شاعرن، تمام گهڻو شعر چيو آهي. ڪمال الدين اصفهاني، نوي ورهين جو هو ۽ نوي هزار بيت چيا اٿس. مولانا نسمي نيشاپوري، ڏهاڙي ٽي هزار بيت چوندو هو. هڪڙي پيري، سندس

آزمودي ونڻ لاءِ، ماڻهن جو ميڙو لڳايو ۽ دل نغارا ۽ شرنايون موجود ڪيون ويون. ڪائڻ، پيئڻ، سمهڻ، بلڪ جاءِ ضرور ڏي وڃڻ به بند ڪيائونس. ٽي ڏينهن، آزمودي لاءِ مقرر ڪيائون. اهڙي هنگامي ۽ ڌمچر ۾، پهرين ڏينهن هن، ٻه هزار بيت لکيا، ٻئي ڏينهن ٻه، ٻنپهرن تائين، هڪ سؤ ويه بيت لکي، پوءِ ساهي کنيائين، ۽ ٽئين ڏينهن، ساڳئي گوڙ ۾، چار قصا يا مثنويون، علحدن بحرن تي لکيائين. هن کي، نهايت گهٽي بک لڳندي هئي ۽ گهڻو کائيندو هو. هڪ ڏينهن، سندس سنگتين، ساڻس شرط رکي، ته ويه سير ڪارڪن جا کائي. انهيءَ ڏينهن هو بيمار هو، ۽ کٽولي تي ستل هو. ڪارڪون آڻي، کٽولي جي آڏو ڍير ڪيائون. ستي ئي، مٿيون پري، کائيندو ويو ۽ ڪتاب به پئي پڙهيائين، جڏهن سڀئي ڪارڪون کائي ويو تڏهن پڇيائين ته ”پلا ڪارڪون، شرط ۾، ککڙين سان کائڻيون هيون يا ککڙين کان سواءِ؟“ عنصري، جو سلطان محمود غزنويءَ جو ملڪ الشعراءَ هو ۽ فردوسيءَ جو همعصر هو، تنهن، هڪڙيءَ رات ۾، هزار بيت چيا. مثنوي ”وامق ۽ عذرا“، فارسيءَ ۾، سندس آهي. ڪيس، اياز جي مدح ۾، هڪڙي رباعيءَ لاءِ، ٽي پيرا، وات سونين شهرن سان پرڻ جو انعام مليو.

شايد، انهن جي مقابلي لاءِ، سنڌي شاعرن جي شعر جو به انداز، معلوم ڪرڻ گهرو. ٿٽي جي پارسي شاعرن مان ميين عبدالحڪيم، تخلص ”عطا“، لک بيت چيا آهن. شاهه صاحب ڀٽائيءَ جي رسالي ۾، اٽڪل ست هزار بيت آهن، يعني بيت ۾، ٻه ٻه مصرعون شمار ڪيون ويو آهن. سچل فقير جا، سنڌي ۽ سرائڪيءَ ۾، ڇهه هزار کن بيت آهن، ۽ سندس پارسي بيت، اٽڪل چار هزار آهن. ثابتعلي شاهه جي مرثين، منقبتن ۽ ٻئي شعر جو تعداد، اٽڪل ڏهه هزار بيت آهي. مون ڪي ڪتاب لکندي ۽ شعر چوندي، پنجاهه ورهيه ٿي ويا آهن، ته به هن موقعي لاءِ ٿوٽل ڪيم ته ايڪيهه هزار بيت مس ٿيا: سنڌي ۽ فارسي ٻئي، جن مان چار سؤ رباعيون آهن، انگريزي شعر جون سادِيون ٿي هزار مصرعون: انگريزي شعر جو شمار، مصرعن سان ٿيندو آهي، ۽ ڪتاب ننڍا وڏا، سؤ سوا ٿيندا، جي لکيا اٿم.

هاڻي، مرڻ وقت، شاعرن جي في البديهه شعر جا، ڪي مثال ڏيندس.

شيخ فريد الدين عطار جو نالو ته سڀ ڪنهن ٻڌو هوندو. جڏهن سسي پئي لاٿائونس، تڏهن چون ٿا ته سسي، هٿن تي رکي، شعر چوندو ويو. انهيءَ مثنويءَ کي، ”بيسر نامو“ چون ٿا، جا اوهان ڏٺي به هوندي.

سنڌ جي ٻن قديم اولياءَ شاعرن جو به، اهڙو ذڪر لکيل آهي. ڪمال الدين اصفهاني، مشهور وڏو شاعر ٿي گذريو آهي. اصفهان جي ماڻهن، هن کي ستايو، تنهن تان رنج ٿي، گذريو. هن، هنن کي هيئن پٽيو:

اي خداوند! خلق جا آگا!
هيڏي خونخوار آڻ ڪو پاشا!
شهر ڊاهي ڪري جو سڀ برپٽ
۽ وهائي جو رت جا هت دريا!
خلق جو پڻ ڳدد وڌائي اهو،
وڍي هڪ هڪ کي، سؤ ڪري پيزا!

انهيءَ پٽ جو اثر اهو ٿيو، جو سگهوئي، چنگيز خان ڪاهي آيو ۽ سخت ڪوس ڪيائين، جنهن جي نسبت ۾، هڪڙي ٻئي شاعر، انهيءَ وقت جي حالت بابت، هيئن چيو:

ڪونه جيئرو، مُئي تي ٿو روئي،
نه پٽي، غم ڪري، نڪو روئي!
ڪالهه، هڪڙي تي سؤ ڇٽن ٿي رنو،
ناهي اڄ هڪڙو، سؤ تي جو روئي!

انهيءَ ساڳئي قتل عام ۾، خود ڪمال الدين به اچي ويو. هڪڙي سپاهيءَ، اچي هن کي خنجر هنيو هو، انهيءَ مهل گهٽيءَ ۾، هڪڙيءَ پٽ جي پاڙ ۾ ڪري پيو. چاتائين ته مران ٿو، تڏهن جيڪو رت پئي

وهيس، تنهن ۾ آگر پوڙيندو، لکندو ويو. هيءَ رباعي، في البديهه چيائين، جا خدا ڏي مخاطب ٿي چيائين:

دل، خون ٿي منهنجي، جانگدازي هيءَ آه،
تولاءِ مران، تنهنجي چاره سازي هيءَ آه!
ان هوندي ڪريان صبر، ڪڇان ڪين ٿو آءٌ،
شايد تنهنجي نت بنده نوازي هيءَ آه!

سگهوئي ماڻهن، هن کي مئل اچي کنيو، ۽ ٻئي شاعر، سندس نسبت ۾ هي قطعو چيو:

اصفهاني ڪمال هو سُورهيه،
تيغ راني هيس سخن ۾ ڪمال،
خاڪ ۾ نيٺ پائمال ٿيو،
جو اصل، هر ڪمال کي ٿيو زوال.

مولانا آصفيءَ، خود پنهنجي مرڻ جي تاريخ، نزع جي حالت ۾، هن رباعيءَ ۾ چئي:

ستر ۾ پيو آصفيءَ جو جنهن سال ۾ پير،
بيهي نه سگهيو، ڪرڻ ۾ ڪيئن ڪانه ڪا دير،
تاريخ جي مصرع ٿي ستر ۾ پوري،
ورتائين اُٿي رستو بقا جو تنهن وير.

جهانگير بادشاهه جو پٽ شهزادو شهريار، جو نورجهان جو نائي هو، تنهن کي لاهور ۾، آصف خان شڪست ڏني ۽ کيس قيد ڪرائي، لوهه جي سرائي اکين ۾ گهمارائي، انڌو ڪري ڇڏيائين. هُن سُتت،

هيءَ قطعو چيو، جنهن جو پوئين مصرع مان، ابجد جي حساب سان، انهيءَ واقعي جي تاريخ، به ٿي نڪري:

ڪڏي ڪو نه نرگس منجهان ٿو عرق،
ڪڍيئون منهنجي نرگس اکين جي مان آب.
پڇي جي ڪو تاريخ ان جي ته چئُ:
ڪڍيائون به منهنجن گلن مان گلاب.

مولانا لطف الله نيشاپوري، مشهور شاعر، تمام مخير هو ۽ گوشه نشينيءَ ۾، پنهنجي باغ جي حجري ۾ ئي رهندو هو، جتي ماڻهو، ملاقات لاءِ پيا ايندا هئس. هڪڙي ڏينهن، اندران، در بند ڏٺائون. سڏڻ تي به در نه کليو. شڪ ۾، ڇت تي چڙهي، بادگير مان هيٺ لٿا، ڏسن ته مولانا، مصلي تي، سجدي ۾ پيو آهي ۽ مئو پيو آهي. ڪاغذ جي ٽڪريءَ تي، سندس مرڻ وقت ٺاهيل رباعي، لکي پئي هئي، جا پڙهي، زاروزار رنائون. اها رباعي، هيءَ آهي:

رات آيو لنگهي يار، منجهان صدق صفا،
هس جام هٿن ۾، جنهن ۾ مئي روح فزا،
چيائين مون کي پيءُ، چيو مون: مي پيئندس ڪين،
چيئين: خاطر منهنجي، چو نٿو پين تون پلا؟

نظام الملڪ، مشهور وزير، سلطان جلال الدين سلجوقيءَ جو، وڏو عالم ۽ شاعر هو. ڇهانوي ورهين

جي عمر ۾، ڪيڏانهن ٻاهر ويو. چورن، ڪاتي هڻي ماريس. مرڻ وقت، بادشاهه کي مخاطب ٿي، هيءَ قطعو چيائين:

تنهنجي وڏي اقبال سان، اي شاهه جوان بخت!

مون ٿيهه ورهيه، تنهنجي وزيريءَ ۾ گذاريا،

نيڪيءَ سان ۽ ايمان سان نت تنهنجي اڳيان مون،

ٿي حق نمڪ جا، بدل وجان ادا ڪيا،

هڪ ضرب سان ڪاتيءَ جي، سفر ۾ ٿو مران مان،

صد حيف! ورهيه ڇهانوي ٿيا عمر جا پورا!

خدمت اها جهوني ڇڏيان پٽ لاءِ ٿو هاڻي،

پارت ٿو آئون تو کي ۽ خدا کي ڪريان يڪجا.

بادشاهه کي گهڻو ارمان ٿيو ۽ سندس جاءِ، پٽس کي ڏنائين.

مرزا مظهر خان جانان دهلوي، مشهور بزرگ، صوفي، امير ۽ شاعر کي، خنجر هڻي، شهيد ڪيائون. خنجر هيٺ، هيءَ بيت، في البديهه چيائين:

ڪيائون رسم عمدي هيءَ، مٿيءَ ۽ رت ۾ ليٿڙ جي،

خدا رحمت ڪري شل! پاڪدل تن عاشقن تي ئي.

سرمدي حڪيم ارمني، فرنگي شاعر، ننڍي واري تي، ملحد ٿيڻ جي تهمت رکي، سندس قتل جي فتوى جاري ڪيائون. ترار هيٺ، جلاد ڏي نهاري، هيءَ بيت، دليان ٺاهي چئي، سسي وڍايائين:

حشر جو شور ٿيو، ننڊ مان عدم جي اُٿيس،
ڏٺم فساد جي رات آهي پئي، پيس آءٌ سمهي.

سلطان حسين بائسنقر مرزا، تيموري خاندان جو بادشاهه، دائم الخمر هو. سندس ٻه پٽ: ابوالحسن مرزا ۽ مومن مرزا هئا، جي پاڻ ۾ اٽڪيل هئي، مومن مرزا، چوڏهن ورهين جو هو، پر چڱو شاعر هو. پاڻس، پيءُ کان، نشي جي حالت ۾، هن جي مارائڻ جو حڪم ورتو ۽ هن کي قتل ڪرايائين، جيئن اورنگزيب، پنهنجي وڏي ڀاءُ دارا کي مارايو هو. مرڻ وقت، هن، هيءُ بيت، في البديهه چيو:

مون کي جو نامرد، ناحق! هڙو ڪمسن ٿو ڪهي،
سنگدل ڪافر اُهو چئبو، جو مؤمن ٿو ڪهي.

سنڌ جي تاريخ ۾، مرزا محمد يونس ارغون، مرزا شاهه حسن جي راڄ ۾ هو. سن 985هه ۾ وفات ڪيائين. بيماريءَ ۾، پاڻ کي، قريب المرگ ڄاڻي، خود پنهنجي وفات جي تاريخ ۾، هيءُ مصرع چيائين:

رستم از قيد اين وآن اي دل!
جنهن مان مٿيون سان نڪري ٿو.

سمنان جي قاضين مان هڪڙو رڪن صائب نالي، چڱو شاعر هو ۽ تيمور خان بادشاهه وٽ وڏو درجو هوس. ڪنهن قصور جي ڪري بادشاهه، قيد ۾ ڪٽي وڌس، جتي مهينن جا مهينا پيو هو. هڪڙي ڏينهن،

بادشاهه ٻاهر نڪرڻو هو. وڃي وٺي، پيرن ۾ پيل زنجير سان، رستي جي پرسان وڃي ويٺو. بادشاهه لنگهندي، خراب حال ۾ ڏٺس، مٿس گهڻو قياس آندائين ۽ پڇيائينس ته ”قاضي! ڪهڙو حال اٿيئي؟“ هن، هيءَ رباعي، في البديهه چئي:

مون شاهه جي درگاهه ۾ هو مانُ لڌو،
پانيم ته ڪندس رڪاب پنهنجو سونو.
جڏهن لوهه ٻڌي هي ڳالهه واتان منهنجي،
وٺجي سنجي سو منهنجي پيرن ۾ پيو.

بادشاهه، هڪدم، زنجير لهرايس، ۽ انعام ڏيئي، ساڳئي اڳين درجي تي رکايائينس.

گهڻن شاعرن، اهڙو عجيب ذهن ڏيکاريو آهي، جو ديوانن جا ديوان، هنن کي ياد رهيا آهن. ڪي ته وڏا وڏا قصيدا، فقط هڪ دفعي ڏسڻ، ٻڌڻ سان، وري لکي يا ٻڌائي ويا آهن! شيخ محي الدين جو ناهيل ڪتاب ”فتوحات مڪي“ اتفاق سان گم ٿي ويو. ڏاڍو افسوس ٿيس. دوستن جي زور ڪرڻ سان، هن، انهيءَ ساڳئي مضمون تي، ٻيو ڪتاب لکيو. ڪن ڏينهن کان پوءِ، اُهو ڪتاب لڀي پيو. ڪتاب ڀيٽيائون، ته ٻئي هڪجهڙا هئا، سواءِ ڪن ٿورڙن غير ضروري لفظن جي. ڪن شاعرن ۽ عالمن وري گفتگو ۽ سوال - جواب ۾، اتي جو اتي، قرآن جو آيتون

ڏنيون آهن، جي ڪن سوالن جا پورا جواب هئا، ۽ ٻيو ڪي به نه ڳالهايو اٿن. اها به نهايت وڏي قابليت ۽ چالاڪي آهي! ڪڏهن ته اتفاق سان، ساڳيا شعر، ٻن يا وڌيڪ ماڻهن چيا آهن. احمد سهليءَ، هڪڙو قصيدو لکيو. امير علي شير کي ڏيکاريائين، اصلاح لاءِ، هن، هڪڙي هنڌ زياده، هڪڙي بيت تي زور ڏنو. کيس به خيال ڪرڻ لاءِ چيائين. جڏهن ٻئي چٽا لکي رهيا، تڏهن ڏسن ته اُهي، هڪجهڙا آهن.
هاڻي، شاعرن جي هاتفي يا غيبي مدد جا مثال ٿو ڏيان، اُهي آهن وفات جا سال يا ٻيون تاريخون، جي ابجد جي حساب سان، مناسب لفظن سان ٺيون نڪرن. ائين ته ڪو به ماڻهو، مغز کپائي، اها تاريخن جا مادا هٿ ڪري سگهندو، پر ڪن شاعرن کي، نهايت عجيب مادا هٿ ٿا اچن، جي غيبي مدد کان سواءِ، محال آهن. جيئن ڪه قرآن جون آيتون يا حديثون يا خود سندن نالا. مثلا، شاهجهان بادشاھ جي وزير ”حفيظ الله خان“ جي وفات جي تاريخ، مير غلام علي ”آزاد“ هيءَ لڌي: ”فلهم جنات الماوی نزلا بما کانو تعلمون“ سن 1112ھ
زيب النساءَ ”مخفي“ جي وفات جي تاريخ آهي:
”ادخلي جنتي“ سن 1113ھ

سلطان ابوسعيد ڪاپي سجاده نشين جي وفات:
”يرئون الفردوس“ سن 1147ھ
سيد محمد حسين بلگراميءَ جي ودات جي تاريخ:
”انما اشڪو ابثي وحزني الي الله“ سن 1119ھ
مولوي عبدالرحمان جاميءَ جي: ”ومن دخل ڪان آمنا“ سن 898ھ
خليفه حضرت عثمان جي: ڪهيعص.
مومن خان شاعر، پنهنجي والد جي وفات، هن آيت مان لڌي: ”قد فاز فوزا عظيما“ ۽ پنهنجي چاچي جي: ”لها اجر عظيم“ دکن جو نظام آباد شهر جي ٻڌجڻ جي تاريخ: ”رب اجعل هذا بلدا آمنا“ - سن1141ھ
ٺٽي واري حاجي محمد قاسم، مشهور عالم جي وفات: ”في جنات تجري“- سن 1157ھ
ٺٽي جي بزرگ، شيخ ڪمال الدين جي وفات لاءِ، شاھ عبدالغفور خواب ۾، هيءَ آيت لڌي: ”فاعتبروا يا اولوالابصار“ تاريخ جو خيال ڪندي، ننڊ کٽي ويس.
اهي مثيان سڀ، قرآن جي آيتن جا مثال آهن. حديث جو چڱو مثال، ۽ سهڻو مناسب مثال شاھ پٺائيءَ جي والد، سيد حبيب شاھ جي وفات آهي: ”الموت جسر يوصل الحبيب الي الحبيب“ جنهن ۾ ”حبيب“ جو لفظ به اچي ٿو، جو سندس نالو ”حبيب شاھ“ آهي.
ٻيون ڪي عجيب تاريخون، هي آهن:

مرزا الغ بيگ کي، ”عباس“ نالي هڪ شخص ماريو ۽ انهيءَ جي تاريخ، ابجد جي حساب موجب، ”عباس ڪشت“ هئي - 854ھ. ۽ سندس پٽ مرزا عبداللطيف کي، وري ”بابا حسين“ نالي ماڻهوءَ ماريو، انهيءَ جي تاريخ ”بابا حسين ڪشت“ گل محمد خان مڪراني، تخلص ”ناطق“ جي وفات جي تاريخ آهي: ”گل محمد خان ناطن مڪراني“ مرزا مظهر خان جانان جي قتل ٿيڻ جي تاريخ: ”عاش حميد مات شهيدا“ - سن 1195ھ مير بجار خان ٽالپر، جنهن کي حج تان موٽڻ بعد، هڪڙي راجپوت، ڪن جي ڳالھ ٻڌائيندي، خنجر هڻي ماريو، تنهن جي تاريخ: ”حاجي شهيد خنجر“ - سن 1194ھ

همايون بادشاھ جي ڏاڪڻ تان ڪرڻ ۽ مرڻ جي تاريخ ته عام آهي: ”همايون بادشاھ از بام افتاد“ صائب شاعر جي وفات جي تاريخ: ”صائب وفات يافت“ زائر الھ آبادي شاعر جي جمڻ جي تاريخ ”خورشيد“ ۽ مرڻ جي تاريخ ”زوال خورشيد“. غالب هندي شاعر، فدائي خان جي زال جي تاريخ هيءَ لڌي: ”زن فدائي خان مرد“، ۽ اتفاق سان انهيءَ جي هنديءَ مان به تاريخ نڪتي: ”فدائي خان ڪي جورو موئي.“ مولانا حيرتي، محب حيدر هو. جڏهن وفات ڪيائين، تڏهن مولانا محتشم ڪاشيءَ کي، پاڻ خواب ۾، هيءَ

تاريخ چيائين: ”شفاعت علي“ سپ کان عجيب هيءَ، ته عرفي شيرازي شاعر، پنهنجي حياتيءَ ۾ هڪڙي هنڌ بيت چيو هو:

بڪاوش، مره، از گور تا نجف بروم،
اگر به هند هلاڪم ڪني وگر به تتار.

[قبر مان اندران پنبٽين سان کوٽي پهچان نجف، جي ماريو هند ۾ مون کي يا مارو منجهه تاتار]

آخر، جڏهن ماريو ويو ۽ ڪن ورهين کان پوءِ، سندس لاش، نجف اشرف ڏي، دفن ٿيڻ لاءِ موڪلي ويئي، تڏهن مولانا رونقي همدانيءَ، خود سندس مٿينءَ چيل مصرع مان، هيءَ تاريخ ڪڍي: ”بڪاوش مره از گور تا نجف آمد“ -سن 1027ھ

ڪيترا مثال آهن، جن ۾ شاعرن، اوليائن وانگي، ڏيکاري ڏني آهي ۽ سندن ڪلام، خدا در درگاهه ۾، مقبول ثابت ٿيو آهي ۽ اڪثر، انهيءَ جو اهڙو اثر ٿئي ٿو، جو ٻئي سپ ڪنهن جو نه ٿيندو. شاهه ولي الله محدث دهلوي لکي ٿو ته هڪڙي پيري، آئون اڪيلو، واٽ وٺيو، پنهنجي خيال ۾ پئي ويس ۽ شيخ سعديءَ جو هيءَ شعر پڙهندو، ۽ ان جي مضمون ۽ معنى جي لذت وٺندو پئي ويس شعر:

جز ياد دوست، هر چه ڪني، عمر ضايع است،
جز سر، عشق، هرچه بخواني بطالت است.

سعدي! بشوي لوح، دل از نقش، خير حق،...
هو چوي ٿو ته پوئين بيت جي آخري مصرع نٿي آيم اگرچه گهڻئي مٿا هنيم. اوچتو پٺيان، هڪڙو پير مرد، سفيد ريش اچي نڪتو، ۽ اُها چوٿين مصرع پڙهڻ لڳو:
علمي ڪه ره بحق ننمايد، جهالت است.
مون اُها ٻڌي، سندس شڪر گذاري ڪئي ۽ ڏاڍو خوش ٿيس، ۽ سلام عليڪم ڪري، مون پان جي دٻي ڪڍي، پان کائڻ جي صلاح ڪيس. چيائين ته مون کي معاف ڪريو، آئون ڪنهن پاسي تڪڙو وڃڻو آهيان. ائين چئي، سلام ڪري، اٿي تڪڙو اڳتي هليو ۽ گهٽي مٿي نڪرڻ تي هو ته مون، سڏي چيس ته ”حضرت پلا پنهنجو نالو ته ٻڌايو وڃو؟“ هن چيو ته ”آئون سعدي آهيان!“
شيراز جي هڪڙي بزرگ، خواب ۾ ڏٺو، ته عرش مجيد تي، ملائڪ، سعديءَ جو هيءُ بيت پڙهيو، زمزمو پيا ڪن:
برگ درختان سبز در نظر هوشيار،
هر ورقي دفتريست معرفت ڪردگار.
[ساوا وڻن جا هي پن، هوش ورن جي حساب، حق جي سڃاڻڻ جي لاءِ، هڪ هڪ پن ٿيو ڪتاب.]

پڇڻ تي چيائونس، ته سعديءَ جي ڪلام مان، اهو هڪڙو بيت، خدا جي درگاهہ ۾، زياده پسند ۽ قبول پيل آهي، ۽ انهيءَ جو ثواب، هڪ سال جي تسبيح ۽ تهليل جي برابر رکيو ويو آهي. ساڳئي طرح، شيخ ابوالقاسم گرگاني، وڏو بزرگ هو، ۽ ابوالقاسم فردوسي شاعر جو همعصر هو. جڏهن فردوسيءَ وفات ڪئي، تڏهن انهيءَ جي جنازي سان نه ويو ۽ نه انهيءَ تي نماز پڑهڻ ۾ شامل ٿيو، جو چيائين ته هن، سڄي عمر مجوسين ۽ آتش پرستن جي تعريف پئي ڪئي آهي ۽ انهن جو احوال پئي لکيو اٿس - يعني ”شاهنامو.“ انهيءَ رات، خواب ۾ ڏٺائين ته فردوسي، بهشت ۾، مزي سان پيو گهمي! وجي گڏيس ۽ پڇيائينس ته هيءُ درجو ڪيئن مليئي؟ هن چيو ته شاهنامي مان، منهنجو فقط هيءَ هڪڙو بيت، خدا جي درگاهہ ۾ قبول پيو ۽ انهيءَ جي صدقي، مون کي هيءُ درجو حاصل ٿيو:

جهان را بلندي پستي توئي،

ندانم چه اي؟ هر چه هستي توئي.

[دنيا جي مٿانهين ۽ هيٺانهين تون، تون ڇا آهين؟ سڀڪجهہ هتي آهين تون.]

خواجه حافظ شيرازي، اولياءُ به هو ته شاعر به هو. محدود سالڪ، شمار ڪيل هو. سندس ڪلام جي مجازي معنى وٺڻ ڪري، ڪي شروع وارا ماڻهو،

سندس خلاف هئا. جڏهن وفات ڪيائين، تڏهن سندس مريد ۽ معتقد، مشائخن واري قبرستان ۾، دفن ڪرڻ لاءِ کيس کنيو ٿي ويا، ته مخالف ڌر وارن، هنن کي روڪيو. طرفين جي وچ ۾ جهڳڙو ٿيو. آخر نهراءُ ڪيائون ته سندس ديوان مان، فال وجهجي ۽ اِنهيءَ تي عمل ڪجي. فال وڌائون، ته هيءُ بيت نڪتو:

قدم دريغ مدار از جنازهء حافظ،

که گرچه غرق گناه است، ميرود به بهشت.

[جنازي حافظ جي کان نه وانجهو پنهنجا پير، ٿبي گناه ۾ ٿو، پر بهشت ڏي ٿو وڃي.]

پوءِ طرفين گڏجي، وڃي مشائخن واري مقام ۾ دفن ڪيس.

حڪيم سنائي، مشهور شاعر ۽ اولياءَ هو. ان جو ڪتاب، ”حديقه حڪيم سنائي“ مشهور آهي، تصوف بابت آهي. لطيفي جونپوري شاعر، ڪنهن مجلس جي ذڪر هلندي، انهيءَ جي توهين ڪئي ۽ چيائين، ته اهڙي مثنوي آئون به لکندس. پوءِ انهيءَ وزن ۽ تتبع تي مثنوي لکيائين، جنهن ۾ نهايت قابليت ۽ فصاحت ۽ بلاغت ڏيکاريائين، پر انهيءَ گستاخي ڪري، سگهوئي هو، ڪوڙهه جي مرض ۾ گرفتار ٿيو. ساڳيءَ طرح، فيضي شاعر جو ذڪر آهي، ته شيخ سعدي ءَ جي هڪڙي قبول پيل بيت تي (برگ درختان

سبز)، بيت ٺاهڻ گهريائين. ڏوليءَ ۾، بازار مان ڪنيو
ٿي ويس، خيال ڪري، هيءُ بيت ٺاهيائين:

از هر بن، مو ميزند جوش،
فواره فيض اوست در ڪوش.

[هر وار جي پاڙ مان وحندڙ ڦوهارو، انهيءَ جي
فيض جو آهي.]

۽ دل ۾ چيائين، ته مضمون جي نظر تي، سعديءَ جي
بيت کان گهٽ ناهي. اوچتو، مٿان ماڙيءَ تان، ڪنهن
زال، ٻهر اڇلايو، جو اچي سندس ڏوليءَ تي ڪريو،
۽ ان تان ڇٽي، اندر سندس منهن تي اچي پيو. شرمندو
۽ رنج ٿي، منهن آسمان ڏانهن ڪري، نهاري چوڻ
لڳو ته ”قدرداني عالم بالا معلوم شد.“

ڪن شاعرن، شعر چوڻ ۾ قابليت ۽ استادي ڏيکاري
آهي، جا جادوءَ کان گهٽ ناهي. اهڙن شعرن کي
”سحر حلال“ سڏيو اٿن.

مثلا، بدر الدين اصفهانيءَ، هڪڙو وڏو قصيدو لکيو
آهي، جنهن ۾ سڀ لفظ، نقطن کان سواءِ ڪم آيل آهن!
جيئن فيضي شاعر، مصحف جو سارو تفسير، عربيءَ
۾، بي نقطن لکيو آهي. اهو جادو نه ٿيو ته ٻيو ڇا ٿيو؟
نظاميءَ جو ”گنج“، هڪڙو ڪتاب آهي، جنهن ۾
نظم ۽ نثر ۾ يڪو قصو لکيل آهي، وري هر هڪ
صفحي ۾ چار خانا آهن، ۽ هر هڪ خاني جون سٿون

گڏي پڙهبيون، ته هر هڪ، هڪڙو مزي جهڙو ڏار قصو آهي، جو پڻ نظم ۽ نثر ۾ آهي! منشي سهائي رام ”فارغ“، هڪڙو غزل چيو آهي، جو چئن بحرن ۾ پڙهي ٿو سگهجي! ٽن بحرن ۾ پڙهڻ وارا شعر، ته گهڻن چيا آهن. آملي شيرازي مشهور شاعر، جو حافظ شيرازيءَ جي قبرستان ۾، ساڻس گڏ مدفون ٿيل آهي، جنهن جي ديوان ۾ پارنهن هزار بيت آهن ۽ هڪڙي ساري مثنوي آهي، جا صنعت تحقيق ۾ لکيل آهي، ٻن بحرن ۾ پڙهي ٿي سگهجي ۽ دوقافيتين آهي - يعني ٻيو قافيو، ساري مثنويءَ ۾، ”عمر“ آندو اٿس. اها صنعت، نهايت مشڪل سمجهيل آهي. مولانا عميق بخاري، ”يوسف زليخا“ جي ساري مثنوي چئي آهي، جا ٻن بحرن ۾ پڙهي ٿي سگهجي. فارغ سبزواريءَ، هڪڙو غزل چيو آهي، ۽ ٻئي هڪڙي شاعر، وڏو قصيدو چيو آهي، جنهن جي هر هڪ مصرع مان، تاريخ جو سال 1291ھ نڪري ٿو. اهڙا به غزل ۽ شعر آهن، جن جي هر هڪ مصرع ابتي سبتي ساڳي، يعني صنعت مقلوب ۾ آهي. ڪن شعرن ۾ اهڙا لفظ آهن، جن جي فقط مٿان نقطا آهن، ۽ ڪن ۾ فقط هيٺ آيل آهن، ڪن ۾ هڪ حرف چڙهي، ٻئي تي نقطو آهي، ڪن ۾ هڪڙو لفظ نقطيدار ۽ ٻيو لفظ بي نقطي، واري سان ٿو اچي، ڪن ۾ اهڙا حرف آهن جي گڏي

لکي ٿا سگهجن، ۽ ڪن ۾ ڏار ڏار. انهن قسمن جون صنعتون، ڏاڍي چالاڪيءَ سان ڪم آنديون اٿن، جن جي مثال ڏيڻ ۾ وقت لڳندو.
هڪڙو عالم ۽ شاعر شخص ٻاتو هو، يعني ”ر“ ۽ ”ل“ اکرن جا آواز، برابر نه ڪيندو هو، انهن ۾ اٽڪندو ۽ هٻڪندو هو، جنهنڪري ماڻهو مٿس کلندا هئا. ليڪن تقريرون چڱيون ڪندو هو ۽ شعر چڱا چوندو هو. ڪنهن ٻئي ملڪ ۾، هڪڙيءَ مجلس ۾، سندس حاسدن جي چورت تي، کيس ڪنهن تقرير ڪرڻ لاءِ، زور ڪيائون. هو، ڪلاڪ کن تائين، عمدي تقرير ڪري ويو، بلڪ ڪي شعر به پڙهيائين، ليڪن اهڙي چالاڪي ڪيائين جو ”ر“ ۽ ”ل“ وارن حرفن وارا لفظ، اصل ڪم نه آندائين، جنهن ڪري سندس عيب ظاهر ٿئي ۽ ماڻهو کلن، اصل پيا پيا لفظ، انهن جي بجاءِ ڪم آندائين، جن ۾ اهي اکر نه هئا. انهيءَ کي ”صنعت حذف“ چوندا آهن. اهڙا شعر، گهڻن جا چيل آهن. اهڙو ذڪر، ٺٽي جي نواب امير خان جو ڪندا آهن. عرب عالم، واصل بن عطا جو به مشهور قصو آهي، ته امتحان وٺڻ لاءِ چيائونس ته ”گهوڙي تي چڙهه ۽ نيزو هڻ“ اهي لفظ پنهنجي عربي ٻوليءَ ۾ چئه. عربيءَ ۾ چئبو ”ارڪب فرسڪ واطِرح رمحڪ“ پر هن چيو: ”اعد جوادڪ

وابِق فنانڪ“ اهي اکر پهرئين جملي جو نعم البدل آهن.
هارون الرشيد جي، هڪڙي خوبصورت ٻانهي، ”خالصه“ نالي هئي، جا رنگ جي سانوري هئي، ليڪن خليفي جي ساڻس ڏاڍي دل هوندي هئي ۽ ڪچهريءَ ۾ به، پاڻ سان گڏ ويهاريندو هوس.
هڪڙي پيري، عربي شاعر ابو نواس، خليفي جي تعريف ۾ قصيدو لکي آندو ۽ اجازت وٺي پڙهيائين، پر خليفو، خالصه سان ڳالهائڻ ۾ مشغول هو ۽ قصيدي ڏي ڌيان ڪو نه ڏنيس. شاعر نااميد ٿي، آفرين يا انعام کان سواءِ موٽي ويو. چڙ مان ٻاهر در تي، هيءَ شعر لکي ويو.

لقد ضاع شعري علي بابکم،
كما ضاع عقد على خالصه.

جڏهن ٿوري دير کان پوءِ خليفي کي، اهو بيت ٻڌايائون، تڏهن ڏاڍو ڪاوڙيو ۽ هن کي وري گهرايائين. هن سهي ڪيو ته خليفو ڪاوڙيو آهي، سو در اندر لنگهندي، بيت ۾ آيل ”ع“ اکر جو هيٺيون دائرو ڊاهي. الف همزو بنائي ڇڏيائين يعني ”ضاءَ“ (چمڪي ٿو) ڪري ڇڏيائين. جڏهن خليفي ڌمڪايس، تڏهن چيائين ته مون خالصه جي تعريف ڪئي آهي، هلي ڏسو. جڏهن هلي وڃي ڏٺائين، ڏاڍو خوش ٿيو ۽

هن کي انعام ڏنائين - اگرچه هن جي چالاڪي، سهي به ڪئي هوندائين.
خواجه هدايت الله شاعر، ايران جي شاهه طهماسپ جي وقت جو قابل شاعر هو. هن ”خمسه نظامي“ جو جواب لکڻ قبول ڪيو. شرط اهو هو ته سڀ بيت، ساري مثنويءَ جا، ٻيءَ معنى ۾ هوندا، ۽ هر هڪ بيت لاءِ، هڪ اشرفي ملڻي هيس - پر جي ڪنهن بيت مان، ڪا سمجهه جهڙي معنى نه نڪتي، ته انهيءَ هڪ هڪ بيت لاءِ، سندس هڪڙو هڪڙو ڏند پٽيو ڪيندو. هن وڏي مثنوي لکي. عالمن جي ڪاميٽي مقرر ٿي، جنهن ٿي بيت چوندي ڪيا، جن لاءِ ٿي ڏند ڪيائونس ۽ ٻين بيتن لاءِ اشرفيون مليس. انهن بيتن مان، هڪ به بيت جو نمونو، خود هيءُ آهي:

ليلى ز دريچه تعلم، ميڪرد بپارسي تبسم.

تعلم سندي دريءَ مان ليلى ويٺي اتي پارسيءَ ۾ مرڪي.]

ٻيو

نه هر تشنه، بيدار گردد به آب،

نه هر مرغ، انجير بيند بخواب.

[هر ڪو اڃايل، پاڻيءَ سان نٿو جاڳي ۽ هر ڪو پکي، خواب ۾ انجير نٿو ڏسي.]

انهن کان سواءِ به، ڪن شاعرن جون عجيب خاصيتون ۽ عادتون ۽ طبيعتون پئي رهيون آهن. اُهي، ٻيءَ خلق کان نياريون آهن. مثلا گهڻا اڪثر خشڪ دماغ، شوخ طبع، زود رنج ۽ ٻيپرواهه ٿيندا آهن. ٿوري ڳالهه تي طبيعت بگڙي پوندن ته پوءِ نه عزيز خويش جو لحاظ رکندا، نه استاد يا بادشاهه جو.

شاعرن جي دل آهي شيشي مثال،

جو پچي ان کي، سا زخمي ٿئي بحال.

عزيزن خويشن جو مثال: مظهري ڪشميري شاعر، پاڻ به شاعر ۽ پٽهس به شاعر هو. پاڻ شيعو هو، پٽهس سني هو. شعر ۾، هڪٻئي کي گهڻو بد چيو اٿن، جي پڙهي ارمان ٿو ٿئي. ابو العلى، مشهور شاعر هو ۽ استاد الشعراءَ جو لقب هوس، چاڪاڻ جو خاقاني، فلڪي ۽ نظاميءَ جهڙا وڏا شاعر سندس شاگرد هئا. شاهه الپ سلمان سلجوقيءَ وٽ، ’ملڪ الشعراءِ‘ هو انهيءَ، پنهنجي شاگرد خاقانيءَ کي، پنهنجي نياڻي به پرڻائي ۽ بادشاهه وٽ، جاءِ وٺي ڏنائينس. جڏهن خاقاني زور وٺي ويو، تڏهن مغروري ڪرڻ لڳو، تنهنڪري ٻنهي جو شعر ۾ تڪرار ٿيو. هڪٻئي کي بد چيو اٿن. فردوسيءَ جي هجوَ، سلطان محمود غزنويءَ تي ڪيل، مشهور آهي، جا اجا تائين پيئي پڙهجي، ۽ انهيءَ هجو جي ڪري مارجڻ جي ڊپ کان،

فردوسيءَ وجي بغداد جي خليفي وٽ پناهه ورتي. سلطان محمود، خليفي کي لکيو ته انهيءَ ٻانهي کي پناهه نه ڏني وڃي. ان بهاني سان، سلطان محمود، ڪاهه ڪري بغداد ورتو ۽ بني اميه جي بادشاهي پوري ٿي. سنائي هروي شاعر، هڪڙو قصيدو، امير علي شير، مغل بادشاهه تي لکيو. هن، ٿورو انعام ڏنس. ڪاوڙجي، ساڳيو قصيدو وجي سلطان احمد مرزا کي ڏنائين، جنهن تمام چڱو انعام ڏنس.

سنڌ ۾ ثابت علي شاهه شاعر، سيوهڻ ۾، ملن وٽ رهندو هو. مير ڪرم علي خان وٽ، ملڪ الشعراءِ جي درجي تي هو. مير صاحب شيعو هو ۽ ملا، سني هئا. ملن شعر ۾، سندس خبر ورتي آهي. هن، انهن جي، وڏي هجو، شعر ۾ لکي آهي، جنهن ۾ هنن کي، ڪچيون گاريون ڏنيون اٿس. انهيءَ هجو جو نالو ”چٽنگ“ رکيو اٿس. اهو آهي حال شاعرن جي طبيعتن جو.

شيخ ڪاشي، جنهن جو نالو رڪن الدين هو ۽ وڏو شاعر هو، تنهن جا اٽڪل هڪ لک بيت چيل آهن. بيت جو نمونو (ترجمو):

ترشرو جي صبح جو مون سان ڪٽي ٿي آسمان،
شام کان اڳ سچ جان نڪري ملڪ کان اُلهي وڃان.

آخر اتفاق به اهڙو ٿيو. پاڻ، ميان شاهه عباس ايران
جي بادشاهه وٽ، ملڪ الشعراءَ جي درجي تي هو.
هڪڙي ڏينهن، صبح جو، سندس ڪچهريءَ ۾ ويو.
صحبت ڪندي، هن، ساڻس ڪنهن ڳالهه بابت،
پيشانيءَ ۾ گهنڊ وجهي ڳالهايو. خير، ٻيءَ رات جو
ٻڌائين ته هو ايران ڇڏي ويو. انهيءَ کان پوءِ، هلندي
هلندي، وڃي هندستان کان نڪتو. گهڻن ورهين کان
پوءِ، جڏهن شاهه عباس مري ويو، تنهن کان پوءِ موٽي
اصفهان ۾ آيو ۽ پوءِ، پنهنجي وطن ڪاشان ۾ آيو،
جتي مئو.

ٻي هڪڙي عجيب خاصيت، شاعرن ۾ ٿي گذري
آهي، جو ديوانا ٿي رهيا آهن، جيئن احمد ڄام. انهيءَ
هوندي به، مجذوب اوليائن وانگر، اهي ديوانا نه هئا،
جيئن هارون الرشيد جي ڏينهن ۾، بهلول ٿي گذريو.
هڪڙو اهڙو شاعر بابا طاهر نامي هو، جنهن کي
سڏيندا ئي ”عرياني“ هئا، يعني اگهاڙو. انهيءَ جو
شعر، رباعين وانگي، فقط دوبيتو آهي. ٻيا ڪي شاعر
ٿيا، جن هڪڙي ئي پوشاڪ هميشه ڍڪي آهي، ۽
اُها نه لاٿي اٿن.

ٻيو اهڙو شاعر سرمد فرنگي هو، جنهن جو نالو سعيد
هو ۽ ڪاشان جو هو. اُهو، اصل فرنگي آرمني هو،
جو پوءِ مسلمان ٿيو ۽ هندستان ۾ آيو. داراشڪوه

سندس ڏاڍو معتقد هو. انهيءَ وقت ڌاري سنڌ ۾ آيو ۽ ٺٽي ۾ اچي رهيو. هو، اگهاڙو، گهٽين ۾ گهمندو وتيو. قاضي ۽ ملان، سندس ڪلام کان بيزار ٿي پيا. سڀ سندس اهڙي طريقي کان رنج ٿيا ۽ مٿس الزام ٻڌائون ۽ شرعي فتوى ڏيئي، منصور وانگي، ڦاسيءَ تي چاڙهيائونس. عجب اهو ته انهيءَ قاضيءَ کي، پوءِ، سندس قصاص ۾، قتل ڪيائون. انهيءَ جي شعر جو نمونو هيءُ آهي:

آهيس ڪا وفا، ته پاڻهيءَ ايندو،

آهيس اچڻ روا، ته پاڻهيءَ ايندو،

تون ڇو ٿو رلين پٺيانس، ويهه ماٺ ڪري،

جي آهي اُهو خدا، ته پاڻهئيءَ ايندو.

ڪن شاعرن، نهايت نازڪ ۽ اعلى خيال، هڪ بيت يا ٻن مصرعن ۾ آندو آهي، جو جڏهن ڪن اميرن يا بادشاهن کي پسند آيو آهي ته انهيءَ جي لاءِ، هنن کي، وڏا انعام مليا آهن. مثلا. مير رضي مشهدي، تخلص ”دانش“ کي، هڪڙي بيت لاءِ، لک رپيا انعام مليو، جنهن جو ترجمو سنڌيءَ ۾، هيءُ آهي:

اي ڪڪر! تون ڌاک کي سرسبز پيو رک منجهه بهار،

ڇو ڦڙو تنهنجو ٺئي موتي، سگهي ٿي جو شراب؟

شاهجان بادشاهه جي نياڻيءَ جهان آرا بيگم، باغ ۾ برقعو وجهي پئي سير ڪيو. ”ضميري“ طهراني شاعر، انهيءَ بابت ترت هيءَ بيت چيو، جو ٻڌي پنج هزار روپيا انعام ڏنائينس. (ترجمو):

شهزادي، برقعو منهن تي وجهي، باغ ۾ گهمي،
تان بوءِ گل جي، مغز ۾ اُن جي، چڙهي اچي.

نزاڪت ڏيارڻ لاءِ، پيا به عمدا شاعرانا خيال آندا اٿس. جيئن ته:

ڏس نزاڪت يار جي، جو رات آيو خواب ۾،
صبح جو اٿندي چيئين، مون کي ڪمر ۾ سور آهه!

***

عجب نازڪ بدن هو يار منهنجو،
ڳرو چپ تي لڳس ٿي پان جو رنگ.

***

جسم نازڪ اهڙو، جو پهراڻ کان زخمي ٿئي،
چپ سنها اهڙا، جو ڦٽجي ٿا پون پڻ ساهه سان.

انهن سيني ۾، صنعت مبالغه آهي. اهڙا عمدا شاعرانا خيال بيشمار آهن، ڪيترا مثال ڏيئي ڪيترا ڏبا؟!

## (خاص سنڌ بابت)

پڇاڙيءَ ۾، خاص سنڌ بابت، ڪي چوندس. قديم سنڌ ۾ نهايت عمدا فارسي شاعر ٿي گذريا آهن، وڏي يادداشت ٿي سگهي ٿي. ڪي مشهور هي آهن:

بکر جو مير معصوم شاھ، تخلص نامي،
روھڙيءَ جو سيد جان الله تخلص مير،
ملا نور الحق سيوھاڻي،
محمد محسن، محمد ضياءُ ۽ محمد عظيم، ٻيا گھڻا ننڍي
جا شاعر.
پوين مان به ھالن جو آخوند محمد قاسم ھو. انھيءَ
کان پوءِ، فارسي طرز ۽ بحرن تي، سنڌيءَ ۾ شعر
چوڻ جو رواج، سيد ثابتعلي شاھ وڌو، جنھن انھيءَ
قسم جو تمام گھڻو ۽ عمدو شعر چيو، ۽ کي، انھيءَ
نموني، اڄ تائين چوندا اچن. انھي نسبت ۾، انھن
فارسي شاعرن جي پيروي ڪندڙن کي، ھيتري
خبرداري ضرور ڪرڻ گھرجي ته خوشامد،
مسخري، مبالغو، ھجو ڪرڻ، يعني تيز طبيعت ٿيڻ
- اھي جيڪي عيب مٿي ڏيکاريا ويا آھن، تن کان
پاسو ڪرڻ گھرجي.
اڳئين زماني ۾، اخلاق، مٿين طرز جا ھئا ۽ ھاڻي ٻيا
آھن. مثلا خراب گار جھڙا لفظ، اڳي عيب کان سواءِ
ڪم آڻيندا ھئا ۽ وڏن شاعرن ۾ عام آھن، پر ھينئر،
اھو عيب آھي.
مذھبي تعصب ۽ ھجو، جا اڳي عام ۽ روا ھئي، سا
به ھاڻي روا رکي نٿي سگھجي.

شيخ سعديءَ جهڙو اخلاقي شاعر به، گندن حرفن ۽ خراب عشقي مضمون کم آڻڻ کان نه رهيو، پر هينئر اهو، سڀ ناروا آهي. انهيءَ کان، اسان کي، هن زماني ۾ گوشو ڪرڻ گهرجي.
ٻيءَ طرح، انهن فارسي شاعرن جي نموني تي شعر چوڻ، خراب ناهي. حقيقت ڪري، هينئر ته پاڻ اڳي کان گهڻو ماڻهو سنڌي شعر چون ٿا، پر انهن مان گهڻا، جن کي فارسي ۽ عربي نٿي اچي ۽ علم عروض جي قانون مان واقف ناهن، سي گهڻيون غلطيون ڪن ٿا، جن جي کين خبر نٿي پوي. اهڙا بي قانوني شعر، ڇاپائڻ ۾ به ٿا اچن! خطرو آهي ته عنقريب، ڪيترن غلط صورتخطيءَ وارن لفظن ۽ اصطلاحن وانگي، اهي عام ٿي ويندا، بلڪ مضبوط. تنهنڪري، جيئن شروع ۾ مون چيو آهي، چڱي سنڌي شعر چوڻ لاءِ، پارسي علم ۽ ٿوري عربي، بلڪل ضروري آهي، ۽ علم عروض، خاص طرح ڄاڻڻ گهرجي اردو يا سنڌي شعر ۾، پارسي خيال ٿا اچن، سي پارسي ڄاڻڻ کان سواءِ اچي نه سگهندا.
هاڻوڪي شعر جي صورت جو اهو حال آهي، ۽ باطني مضمون جو وري هيءُ حال آهي ته اڪثر اخلاقي ۽ تعليمي مضمونن کي ڇڏي، عشقي ۽ صوفيانا اصطلاح ۽ مضمون ڪم ٿا آڻين، جنهن جي

حقيقت، شايد هو پاڻ به پوري طرح نٿا سمجهن. گهڻو ڪري، انهيءَ جو سبب هيءُ آهي ته هن وقت ۾، هندن ۽ مسلمانن جو، پاڻ ۾ اتحاد ۽ رابطو زياده ٿيندو وڃي، سو انهيءَ نظر تي، هاڻوڪو ظاهري صوفي مذهب به، جٿي ڪٿي، زور وٺندو وڃي. انهيءَ پردي ۾ ڪيترائي غير شرعي ۽ نامناسب ڪم ڪرڻ ۾ ٿا اچن ۽ نامناسب ڪلام چوڻ ۾ ٿا اچن. انهن تي مست ٿيو، هندو ماڻهو، مسلمان مرشدن جا ۽ مسلمان، هندو فقيرن جا مريد ۽ معتقد ٿيندا وڃن. انهيءَ طرح، پير پرستي ۽ شرڪ پسندي، ملڪ ۾ زياده ٿيندي وڃي. هينئر، ڪيترا ئي ماڻهو، صوفي ويس ۾ رهي، مريد ۽ ٻالڪا به ڪڏ ڪن ٿا ۽ پيسو به ڪمائين ٿا. منصور وانگي، خدا يا خدا جا اوتار سڏائيندا وتن ۽ مجذوب صوفين وارا اصطلاح ۽ شعر به چوندا وتن، جن جا مثال، مون مٿي شطحيات ۾ ڏنا آهن.

اهڙن صوفي مشرب ۽ اهڙن صوفيانه شعرن جي گهڻي سنڀال ڪرڻ گهرجي.

ٻهريائين، ضروري علميت حاصل ڪري، پوءِ اهو شوق ۽ ڌنڌو اختيار ڪجي. انهيءَ بابت آئون، اوهان کي هڪڙو پنهنجو شعر ٻڌائي بس ڪندس، جو اصل صوفين جي مجلس وارن لاءِ لکيو ويو هو:

شعر:

طالب آهين منجهہ طلب صوفين جي، وٽ تون امتحان،
وئي وڏي پيري مريدي، هر طرف اڄ منجهہ جهان.
گرچه ٿيا صوفي سچا موجود اڄ پڻ جڳ اندر،
پر لڪا گهمندا وتن مشڪل سڃاڻن سي سڃان.
ورتو ڪن گوشو ۽ ڪي ڪاسب ۽ خادم خلق ۾،
ڪر سهي صحبت ۾ سهي اخلاق ٿيا تن جا نشان.
دست تن جو ٿيو بڪار ۽ دل انهن جي ٿي بيار،
ڏس تون باطن کي ۽ ظاهر تي نظر ڪر تن جي ڪا نه.
صلح ڪل مذهب انهن جوم ڪو تعصب تن کي ناهہ،
هندو ۽ مسلم وٽن مسجد مڙهي ٻئي هڪ سمان.
خير شر، تن شير شڪر جان گڏايو جڳ اندر،
نت سي مسڪين ۽ نماڻا درد وارن جا ضمان.
سي ڪڪر جان ٿا وٽن ڪارو، ڏين موتي مٺو،
گار لئه تن وٽ دعا ۽ ”ٻوڏ“ لئه ”جيءُ“ بر زبان.
رات جو جاڳن مرن بک ڏينهن جو پٽ تي سمهن،
ٿي فقيري تن کي شاهي، ۽ گدا ٿيا تن جا خان
تن جا مونا طور سينا، تن جو پڻ معراج سو،
ٿا وڃن لحظي ۾ اُت لاهوت ٿيو جت لامڪان.
تن جو ڪعبو آهي دل، ٿا اُن کي هر دم ڪن طواف،
”وهو معڪم“ تي هلن، حق کي ڏسن ٿا منجهہ نهان.

ليڪجن نادان ۽ ديوانا، ڪافر رند پڻ،
پر وٺن ٿيو عقل ايمان، زهد تقوى بيڪران.
”شاهه“ آهي سچ چيو ”ويا مور ۽ هنج سپ مري“،
اڄ وطن ٿيو ڪانئرن ڪوڙن جو يارو! منجهه زمان.
علم اڄ جلدن ۾، ۽ قبرن ۾ ٿيا عالم سچا،
ٿيا گهڻا رهزن ۽ رهبر ٿورا، اي دل! ڪر ڌيان.
هي زمانو زور ۽ زر جو نه رازيءَ جو اٿئي،
جاءِ حق جي آهي زر ورتي، الاهي الامان!
پير مرشد، زر جي خاطر زور سان ڪن ٿا مريد،
ٿا سڏائن صوفي ۽ درويش، پر ٿيا حڪمران.
ٿا ٺلن مورن جان، ميرن جان وتن ڪندا شڪار ،
حاڪمن جان گشت ڪن، کائن سدا حلوا ۽ نان.
رنگ گيڙوءَ جو هٽي ڪپڙن کي، صوفي ٿا ٿين،
مشنري صورت مگر مريخ سيرت بيگمان.
صبغه الله سان نه سي، دل پنهنجي کي يڪرنگ ڪن،
سانڊي وانگي، رنگ بدلائن اُهي ٿا هر زمان.
ويس ڪن پيلو ۽ نيلو ابلق ۽ ارزق ٿين،
چرخ ارزق وانگي مردم ڪش ٿين ۽ جانستان.
دم ”انا الحق“ جو هڻن حقي جان ”حق حق“ ڪن سدا،
حق سڃاڻن ڪين، پنهنجو پڻ نه ڄاڻن سي نشان.

ٿيا سي بازيگر، وجهڻ پتلين جي بازي خلق ۾،
اسب چوبين وارو، ڪيئن بهرام چوبين ٿئي جوان؟
گوشو! تڏهن بهتر تون عنقا، جان وجي رهه قيروان،
فڪر ناجنسيءَ جي ڪان، آدم هو نڪتو مان بهشت،
ظلم نا اهلن جي ڪان عيسى پڳو ڏانهن آسمان.
ماڻڪي اک جي نه ڏس، شيشي جي ماڻڪ تي اي
دل!
زاري بهتر، ڏي نه هرگز زور زر تي پنهنجي جان.
آيا اج ياجوج ماجوج ۽ اٿيو دجال پڻ،
ڏس ڪو عيسى جو ڏيو، ڪٿ آهي مهديءَ جو
مڪان؟
مرءُ مزا ڪر ، صوفي! مسند تي ويهي پيو ڪر
مريد،
خلق مون لئه، خلق تو لئه، خورد آئون ۽ تون
ڪلان.
تون ئي مرشد، مرتد آئون، تون شرع ۾ آئون شعر ۾.
ٿي مٺي ماٺ اي ”قليچ“ اڳتي نه ٿي تون قصه خوان.

[*] 16 ڊيسمبر 1926ع تي مرزا صاحب مرحوم جي ڪيل هڪ تقرير

http://www.sindhiadabiboard.org/Catalogue/Articles/Book8/Book_page4.html